# سڌارٿ

رچيندڙ:

## هرمن هيس

(نوبيل پرائيز کٽندڙ)

سنڌيڪار:

## پروفيسر ايسرداس واڌومل رائسنگھاڻي




هندستان ساهتيه مالا



Hermann Hesse

## هرمن هيس جو سنيهو

ٽيهن ورهين کان ٻه ورڌيڪ اڳ، جڏهن هندستان لاءِ منهنجي گهڻي پريم جو ڦل، هي ڪتاب "سڌارٿ"، پڌرو ٿيو تڏهن چاهيم ٿي ته سمي سارو اِهو وري پنهنجي ماڳ هندستان ڏي واپس وڃي. مون لاءِ گهڻي سرهائيءَ جي ڳالهه آهي جو اِها چاهنا هاڻ پوري ٿي ۽ هي ننڍو پستڪ پنهنجي ماتريوميءَ جي ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي.

منهنجي اِتي جي پاٺڪن ڏانهن پراتري سد ياونا!

سئٽزرلئنڊ
۳۱ جولاءِ ۱۹۵۵

هرمن هيس

# اسين آڀاري آهيون

پروفيسر ايسر داس واڌومل رائسنگهاڻيءَ جا جنهن ورڌ اَوستا هوندي به پنهنجو ڪيمتي وقت ڏيئي هيءَ نهايت سندر پستڪ سنڌيءَ ۾ آڻي، سنڌي ساهتيه جي وڏي شيوا ڪئي آهي؛

ڊاڪٽر رگهومل موٽواڻيءَ جا جنهن هن ڪتاب جي ترجمي ۾ وقت بوقت ڪارائتيون صلاحون پئي ڏنيون؛

پروفيسر جهمٽمل کوبچند ڀاوناڻيءَ جا جنهن سڄي ڇپيل ڪتاب کي وڌ کان وڌ سونهن ڀريو بنائڻ ۾ آتڪ جاکوڙ ڪئي ۽ پنهنجو وقت ۽ ڌيان پنهنجين بين ڪيترين مشغولين هوندي به پئي ڏنو؛

شري نؤشير چاپگر بمبئيءَ جي برک چترڪار جا جنهن پنهنجا نوَ سهڻا چتر هن پستڪ ۾ خوشيءَ سان وجهڻ ڏنا؛

پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻيءَ، ڊاڪٽر هري ايسرداس هنگوراڻيءَ ۽ شري پرسرام 'ضيا' جا، جن پڻ ڪافي واهر ڪئي؛

۽ شري هرمن هيس، جرمنيءَ جي نامور ودوان ۽ اوچ ڪوٽيءَ جي گرنٿڪار جا جنهن ڀارت جي اَبناسي گيان، اَمر فيلسوفي ۽ اَمولڪ وديا تي پنهنجو هيءُ اَملهه ۽ اَڻ لڀ پستڪ سنڌيءَ ۾ آڻڻ جي اسان کي اجازت ڏني.

هندستان ساهتيه مالا

# برهمڻ جو ٻالڪ

گهر جي ڇايا ۾، نديءَ جي ڪپ تي، ٻيڙين جي لنگر نزديڪ، سورج جي ترورن هيٺ، ٻوڻن ۽ انجير جي وڻ جي ڇانوري ۾، سڌارٿ، سندر برهمڻ جو پٽ، پنهنجي دوست گوولدسان گڏ نپنو ۽ ساماڻو. نديءَ جي ڪناري تي ڪلٽي اشنان ۽ پاٺ پوڄائن ڪرڻ ڪري سورج جي لپيٽ ۾ سندس نازڪ ڪلها ڪارانجي ويا هئا. انبن جي وڻن جي جهنگ ۾ راند روند ڪندي، پنهنجي ماتا جي گيتن ٻڌندي، پنهنجي پتا جي اُپديش سڻندي ۽ ودوانن جي سنگ ۾ رهندي سندس نيترا اچانڪ دور درشين سان ٽمڪي پئي ويا. ودوان پرشن جي گيان گوشٽ ۾ سڌارٿ اڳيئي گهڻي وقت کان ڀرو وٺي چڪو هو. گووند سان پڻ بحث مباحثه ڪندو هو ۽ ساڻس گڏ ڌيان ۽ ايڪاگرتا جي ڪلا استعمال ڪئي هئائين. اڳيئي ڪيس پروڙ هئي ته اوم شبد - سڀني اکرن جو مول - ڪئن شانت چت اُچارن ڪجي، ساهه اندر نيڻ وقت جهجي؛ ۽ جڏهن ايڪ منوتي ساهه ٻاهر آڻيندو هو تڏهن سندس پيشانيءَ تي پوتر آتما جي جهلڪ پيئي چمڪندي هئي. ڪيس اڳيئي ڄاڻ هئي ته اندر جي اونهائيءَ ۾، سرشٽيءَ سان ساز ۾ آيل اَمر ۽ اَبناسي آتما - برهم کي ڪئن پڇاڻجي.

سندس پتا جي هردي ۾ آنند هو ڄاڻ ته سندس سپتر سمجهو هو ۽ وديا پراڻ جو پياسي هو. هن ڏٺو ته سڌارٿ وڏو ودوان، پروهت، ۽ برهمڻن جو شرومڻي ٿيندو پي ويو.

ماتا جي دل اندر ناز هو جڏهن هوءَ سڌارت کي هلندو چلندو، ائندو وهندو ڏسندي هئي؛ سڌارت هڪ سبر، سهڻو، هڏن وريل، ۽ کيس پورن وڏيءَ ۽ سنمان سان نمسڪار ڪندڙ پتر هو.

سڌارت جڏهن کليل پيشانيءَ، شاهاڻن نيڻن ۽ پتلي بدن سان شهرن جي گهٽين مان لنگهندو هو تڏهن برهمڻن جي جوان سپترين جي دلين اندر پريم اُڇلون ڏيندو هو.

گووند، سندس دوست، برهمڻ جو پتر، کيس سڀني کان وڌيڪ پيار ڪندو هو. هو سڌارت جي اوجل نيڻن ۽ صاف ۽ سريلي آواز کي پيار ڪندو هو؛ سندس هلڻ چلڻ جي ڍنگ ۽ پورن نزاڪت کي پيار ڪندو هو؛ جيڪي به وچن سندس مکاروند منجهان نڪرندا هئا تن کي پيار ڪندو هو ۽ سڀ کان وڌيڪ، هو سندس روشن دماغ، سندر اوچ خيالات، مضبوط اچا شڪتي ۽ اُتم وهنوار کي پيار ڪندو هو. گووند کي سڌ هئي ته سڌارت ڪو رواجي برهمڻ، سست پوڄاري، منترن تنترن جو لالچي وهنواري، هنيلو، نڪمو، چتر زبان پرچارڪ، دشت پوڄاري يا هڪ وڏي ولر جي وچ ۾ صرف هڪ نماڻي، اياڻي رڍ وانگر ٿي ڪين رهندو. بلڪل نه، ۽ گووند پاڻ پڻ اهڙن بين ڏهن هزارن برهمڻن جهڙو ٿيڻ نٿي چاهيو.

هن انهي شروهٽي پريتم، سڌارت جي پيروي ڪرڻ ٿي چاهي؛ ۽ جيڪڏهن هو ڪڏهن به ديوتا بڻيو، يا ڪڏهن به سرو- جوت اندر پرويش ڪيو ته گووند، سندس دوست، سندس ساٿي، سندس ٽهليو، سندس پيش ڪار، سندس پاڇو ٿي سندس پوئلڳي ڪندو.

مطلب ته سڌارت کي هرڪو پيار ڪندو هو. هو هرڪنهن

کي آنند ڏيندو هو ۽ خوش رکندو هو. پر سڌارٿ پاڻ آنند
کان محروم هو. جيتوڻيڪ هو انجيرن جي باغيچي منجهه
گلابي پيچرن تي پنڌ ڪندو هو، جهنگن جي نيلي ڇانوري
اندر ڌيان ۾ مگن ويهندو هو، پراشچت لاءِ روزاني اشنان
۾ پنهنجا انگ صاف ڪندو هو، ڇايا وارن انبن جي وڻن
جي گهاٽائي ۾ ويهي پورن وڏيءَ سان هون ڪندو هو، سڀ
جو محبوب هو، سڀ جي آنند جو باعث هو، تڏهن به سندس
دل اندر اها خوشي موجود نه هئي، اهو سک پراپت نه ٿيو
هو. سپنا ۽ بي آرام ڪندڙ پور، خيال ۽ ويچار، ڏانهس وهندا
پئي آيا، نديءَ جي وهڪري منجهان، رات جي وقت تارن
جي ٽمڪ ٽمڪ منجهان، سورج جي پگهرائيندڙ ڪرڻن منجهان.
سپنا ۽ آتما جي اشانتي ۽ اٿل پٿل، ڏانهس وڌندا پئي آيا،
هون جي دونهي منجهان، رگ ويد جي ڪوتائن منجهان،
پيرسن برهمڻن جي سکيائن منجهان.

سڌارٿ پنهنجي اندر منجهه ويراڳ جا آثار محسوس ڪرڻ
لڳو. هو محسوس ڪرڻ لڳو ته پتا ۽ ماتا جو پريم ۽ پنهنجي
دوست گووند جو پريم پڻ سدا سندس لاءِ سکدائي ڪونه
رهندو، نه شانتي ڏيندو ۽ نه کيس راضي رکندو ۽ نه وري
سندس لاءِ ڪافي ٿيندو. سندس دل ۾ شڪ جاڳيو ته
سندس پوڄيه پتا ۽ سندس ٻيا آچاريه پنهنجي گيان جو سٺي
۾ سٺو ڀاڱو ۽ ڀنڊار کيس اڳيئي ڏيئي چڪا هئا، پنهنجي
وديا جو سمورو سار پڻ سندس آسائتي پيالي ۾ اڳيئي اوتي
چڪا هئا، پر سندس پيالو پُر نه هو، سندس من
راضي نه هو، سندس آتما کي شانتي ڪانه هئي، سندس
دل کي قرار ڪونه هو. جل اشنان نيڪ هئا، پر نيت به ته اهو
جل هو، پاپ منجهس ڌوپجي ڪونه پئي ويا، آن سان دکي
دل جو بار هلڪو ڪونه ٿي ٿيو. هون ۽ ديوتائن کي

آزاد نائون بلڪل نيڪ هيون - پر ڇا اُها آخرين منزل هئي؟ هون ۽ ٻلين مان آنند جي پراپتي ٿي ٿي؟ ۽ ديوتائن بابت ڇا چئجي؟ جنهن سرشٽي رچي هئي سو سچ پچ پرجاپتي هو؟ اهو آتما نه هو، صرف هڪڙو ئي اُهو جنهن ئي رچنا رچائي؟ ديوتائون پڻ مون ۽ تو وانگر رچيل روپ نه آهن- ناسونت ۽ ڪن ڀيگر؟ انهيءَ ڪري ڇا اهو صحيح ۽ واجب آهي، سڀاٽپ پريو ۽ يوگيه طريقو آهي جو ديوتائن لاءِ پيئائون ۽ ٻهون چاڙهجن؟ ڪنهن جي اڳيان ٿڏهن پيئائون رکجن؟ ڪنهن جي اڳيان ٿڏهن سيس نوائجي، سواءِ هنجي، جو آهي آتما، ڪيول هڪڙو ئي - ايڪو اونڪار؟ ۽ اُهو آتما ڪٿي ليندو، ڪٿي ٿو رهي، ڪٿي ٿي سندس سنا تن، اناديءَ، اننت دل دوڙ رو ڪري، جيڪڏهن پنهنجي پاڻ منجهه نه، پنهنجي اندرئين انتر مدجهه نه؟ پر اهو پاڻ، اهو اندريون انتر آهي ڪٿي؟ اهو ڪو هڏو ۽ ماس نه آهي، اهو ڪو خيال يا ڪلپنا نه آهي. اها ئي گيانوان پرشن جي سکيا آهي. ته پوءِ اُهو آهي ڪٿي؟ ڪٿن انهيءَ پاڻ ڏانهن- آتما ڏانهن وڃجي - ڏو ڪجي؟ آهي ڪو ٻيو رستو جو ڳولڻ لائق هجي؟ ڪنهن به ڪيس اها راهه ڪا نه ڏيکاري هئي، ڪنهن ڪي به انهيءَ راهه جي سڌ نه هئي - نڪي سندس پتا کي، نڪي سندس آچارين ۽ ودوان کي، نڪي وري پڇن پر ئي اهو راز سمايل هو. برهمڻن ۽ سندن پوتر شاسترن هر وستوءَ جي ڄاڻ تي رکي- سموري ڄاڻ، هو سڀ چيز جي تهه پر تي ويا - سرشٽيءَ جي رچنا، واڻي جو اَصل، پوڄن، ساهه اندر نيڻ ۽ ٻاهر ڪڍڻ (پراڻا يام)، حواسن ۽ اندرين جي ڪريا، ديوتائن جا ڪرم، ڪين اڪيچار وستن جي ڄاڻ هئي - پر انهن سڀني وستن جي ڄاڻ ضروري هئي ڇا جيڪڏهن ڪين هڪ ضروري وستوءَ - صرف هڪ ئي اُضروري وستوءَ جي ڄاڻ نه هئي؟

ڏرمي شاستُرن خاص ڪري سام ويد جي اُپنشدن انهي
انتر آتما جو ذڪر ڪيو آهي. لکيل آهي ته "تنهنجي آتما
آهي سموري دنيا." ان ۾ چيل آهي ته جڏهن مدش نندرا
۾ آهي تڏهن هو پنهنجي انتر اندر پرويش ڪري ٿو ۽ آتما
۾ نواس ڪري ٿو. انهن وچنائن ۾ عجيب گيان سمايل آهي ۽
رشين جو سمورو گيان اُني ليائينڊز بوليءَ ۾ ڏنل آهي- مکين جي
گڏ ڪيل ماکيءَ جهڙو پوتر. برابر، اهو وديا جو ڀنڊار جو گيانوان
برهمڻن جي پوٿيان ايندڙ پيڙهين ڪٺو ڪيو آهي ۽ سالم رکيو
آهي تنهن کي سولائيءَ سان نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. پر ڪيتي
هتا آهي برهمڻ، پوڄاري، گيانوان پرش جي نه رڳو انهي اونهيءَ
وديا ۾ پرين هتا، پر 'انيو جي اُچ' لي چڙهڻ ۾
پڻ؟ ڪيتي هتا اهي شش جن لندرا ۾ آتما پراپت ڪري،
انکي چيتننا ۾، زندگيءَ ۾، هرهند، واٽيءَ ۾، وهنوار ۾ پاڻوت
قائم رکي سگهيا هتا؟ سدارت کي گهڻئي يوگيه برهمڻن جي سد
هئي، خاص ڪري پنهنجي پتاجي- پوتر، ودوان، هر طرح
عزت لائق. سندس پتا ساراه لائق هو، سندس هلت چلت
شالت ميه ۽ شاندار هئي. هو نيڪ جيوت گذاريندو هو،
سندس وچن گيان سان ڀرپور هتا ۽ سهڻا ۽ شانائتا ويچار سندس
دماغ اندر واسو ڪري ويا- پر خود اهو جنهنکي هيتري ڄاڻ
هئي، گيان هو، تنهنکي آنند جي پراپتي هئي؟ شانتي حاصل ڪئي
هوائين؟ ڇا هو خود پاڻ به جگياسو، سالڪ نه هئو، اڃا اڻ ڍاپيل؟
وقت به وقت اڪت پياس سان نرمل چشمن جي ياترا ڪرڻ،
پاتب پوڄا ڪرڻ، پيتائون چاڙهڻ، شاسترن جي اوت وٺڻ،
برهمڻن جي گيان گوشت ٻڌڻ ڪين ٿي ويو؟ ڇو هو، جو
نردوش آهي، ته به پنهنجا پاپ ڌوئي ٿو ۽ پاڻکي نرمل ۽
اوجل رکڻ لاءِ روز اُدم ڪري ٿو؟ ڇا تڏهن اهو آتما سندس اندر
منجهه ويا پي نه هئو؟ اهو سرچشمو سندس هردي اندر ٿي ڪين

هئو؟ پنهنجي پاڻ اندر اهو چشمو ڳولي لهڻ گهرجي، اهو پنهنجي وس ڪرڻ گهرجي. ان ڪانسواءِ جيڪي آهي سا آهي ڳولا- چڪر ۽ گمراهي.

اِهي هئا سڌارٿ جا ويچار، اها هئي سندس پياس، اها هئي سندس آرزو، اهو هو سندس ڏک ۽ غمگيني جو ڪارڻ.

هو ڇندوگيہ اپنشد ن جا واڪيہ اندر ورور پيو ويچار يندو هو. ”حقيقت ۾ برهم جو نالو آهي ستيم. سچ پچ، جنهنکي اهو گيان آهي سو هر روز سورڳي دنيا ۾ نواس ڪري ٿو.“ اڪثر اها نزديڪ نظر پيئي پاسبي هئي- اها نوراني دنيا- پر انهي دنيا ۾ هن پورو پرويش نہ ڪيو هو، پنهنجي آخرين پياس نہ مٽائي هئي. ۽ انهن گياني پرشن ۾ جن جي ڪيس سڌ هئي ۽ جن جي سکيائن مان ڪيس آنند پئي آيو، هڪڙو بہ اهڙو ڪونہ هو جنهن منزل صفا طيءِ ڪئي هجي- اها سوُرڳي دنيا هٿ ڪئي هجي- پنهنجي پياس- اٿل ۽ انادي- پورن طرح بجهائي هجي.

”گووند،“ سڌارٿ پنهنجي دوست کي چيو، ”گووند، مونسان گڏجي ٻڙ جي برڇ ڏانهن هل. اسين ڌيان ۾ وهنداسين ۽ ايڪاگرتا جي ساڌنا ڪنداسين.“

هو ٻڙ جي وڻ وٽ آيا ۽ هڪبئي کان ويهارو قدم پري ويهي رهيا. جئن هو اوم شبد اچارڻ لاءِ تيار ٿي وينو تئن سڌارٿ آهستگيءَ سان هينيون سلوڪ چوڻ لڳو:

”اوم آهہ ڪمان، تير آهہ آتما،
برهم آهہ تير جي منزل،
بي ڌڙڪ ان لي چٽي ٿو منشيہ پنهنجو نشان.“

جڏهن ڌيان جي ساڌنا وارو وقت پورو ٿيو، تڏهن

گووند اُٿيو. شام جو ٽائيم هو. سنجها جي ڪريا جو وقت پورجي آيو هو. هن سدارٿ جو نالو ورتي ڪيس سڏ ڪيو، هن جواب ڪونه ڏنو. سدارٿ ڌيان ۾ محو هو، سندس اکيون جڻ ته ڪنهن دور منزل کي تڪي رهيون هيون ۽ سندس چپ جي ڇهنبڙي سندس ڏندن جي وچان کي قدر ڏيکاري ڏيئي رهي هئي. سندس دم جي اچ وڃ ڏسڻ ۾ ئي ڪانه ٿي آئي. اهڙيطرح هو ڌيان ۾ مگهن وينوئي رهيو، صرف هڪ ئي خيال، اوم جو، پنهنجي آتما جو، تير جو- برهم جي نشان چٽڻ واسطي.

هڪ دفعو ڪي سنياسي اچي سدارٿ جي شهر مان لانگهائو ٿيا. گهومون ڪپشي، پاڻُ ني جٽا هٿا، ٽڪل ٽٽل ۽ ساٽا، نه پيدا، نه جوان، سندن ڪلها دز سان پريل، رت انهن مان نمي رهيو هو، ذري گهٽ ننگا، سورج جا لهسيل، اڪيلا، عجيب ۽ سندن سنسار کان قريل رخ، منشن جي دنيا اندر گريل سڙيل گدڙن مثل هئا. سندن چوڌاري هئي فضا اُجهاميل نفس (ڪام ترشنا) جي، مها ڪنن تپشيا جي، ڪشٽ ڏيندڙ فاقن ۽ تياڳ جي.

سنجها ٽائي، ڌيان جي وقت گذرڻ بعد سدارٿ گووند کي چيو: ”سڀاڻي صبوح جو، منهنجا دوست، سدارٿ سنياس اختيار ڪندو ۽ سنياسين جي سنگ ۾ شامل ٿيندو.“

گووند جي منهن جو پنو لهي ويو جڏهن هن اهي اکر ٻڌا ۽ پنهنجي دوست جي چهري ۾ اٽل ارادي، اڻ ٽر فيصلي جا آثار پرکيائين- اهڙو اڻ ٽر جهڙو ڪمان مان اڻ گس ڇٽيل تير. گووند پنهنجي دوست جي پهرين نظر مان ئي سهي ڪري ويو ته هاڻي شروعات ٿي ويئي. سدارٿ هاڻي پنهنجو رستو وٺڻ ٿو چاهي، سندس پرالبڌ پاڻکي پرڪاشت ڪرڻ



هڪ دفعي ٽي سنياسي اچي سڌارٿ جي شهر مان لانگهائو ٿيا. [صفحو ٧]

جي شروعات ٿي ڪري ۽ هنجي پرالبڌ سان گڏ سندس پرالبڌ پڻ. ۽ هو اهڙو ڪومانجي ويو جهڙي سڪل ڪيلي جي ڪل.

”اي، سڌارٿ،“ هن پڪاري چيو، ”تنهنجو پتا اها ڳالهه قبول ڪندو؟“

سڌارٿ ڏانهس ائين نهاريو ڄڻ ته هاڻي سڄاڳ ٿيو آهي. وڄ وانگر لڪو، هو گووند جي دل جو راز پرکي ويو، سندس انتظار جو اندازو لڳائي ويو ۽ ساڳئي وقت سندس 'ياويءَ جو ياؤ' پڻ پروڙي ويو.

هن نرمائي سان چيو، ”گووند، واد وواد •وئرٿ آهي. سڀاڻي، پرڀات جو، آءٌ سنياسين جي جيوت گهارڻ شروع ڪندس. وري ٻحث مباحثو ڪرڻ جو ضرور ڪونهي.“

سڌارٿ انهيءَ ڪمري ۾ ويو جتي سندس پتا ٽڏو وڇائي وينو هو. هو پتا جي پٺ ونئي بيٺو رهيو جيستائين سندس پتا سندس حاضري محسوس ڪري. ”سڌارٿ آهين؟“ برهمڻ پڇيو. ”ٽڏهن چئه جيڪي من ۾ اٿئي.“

سڌارٿ چيو، ”اوهانجي ڪرپا ڪپي، پتاجي. آءٌ ٻڌائڻ آيو آهيان ته سڀاڻي آءٌ اوهانجو گهر ڇڏڻ ۽ سنياسين جي سنگ ۾ شامل ٿيڻ جي آرزو ٿو رکان. مونکي سنياسي ٿيڻ جي چاهنا آهي. اميد اٿم ته منهنجو پتا اعتراض نه واريندو.“

برهمڻ ايتري دير تائين سانت ۾ رهيو جو تارا سندس ننڍڙي دريءَ جي ٻئي پاسي ڦري ويا ۽ جيستائين سندس سانت آخرين طرح ٽٽي تنهن کان اڳ پنهنجو روپ ٿي بدلائي ويا. سندس پتر چپ چاپ، بنا چرپر جي، ٻانهون ٻڌي بيٺو رهيو. پتا به چپ چاپ ۽ بنا چرپر جي ٽڏي تي وينو رهيو ۽ تارا آسمان ۾ ڦرندا ويا. آخر سندس پتا چيو: ”اها ڳالهه برهمڻن جي يوڳيه نه آهي ته ڪڙڪيدار ۽ ڪروڌ ڀريل وچن

پنهنجي مڪ مان ڪڍڻ پر منهنجي دل اندر ناراضپو آهي. آءٌ نه چاهيندس ته آءٌ وري بيو دفعو اها تنهنجي نويڊن ٻڌان."

برهمڻ آهستگيءَ سان اُٿيو. سڌارٿ ٻانهون ٻڌل چپ چاپ بيٺو ئي رهيو.

"ڇا جي لاءِ تون ترسيل آهين؟"، سندس پتاجيءَ پڇيو.

"اوهانکي سڌ آهي ته آءٌ ڇا جي لاءِ ترسيل آهيان"، سڌارٿ اُتر ڏنو.

سندس پتا ناراضپي وچان ڪمرو ڇڏي ويو ۽ وڃي بستري تي ليٽيو.

هڪ ڪلاڪ گذري ويو ۽ کيس ننڊ نه آئي، تڏهن، برهمڻ اُٿيو، هيٺ مٿي پسار ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ گهر کان نڪري ٻاهر هليو ويو. هن ڪمري جي ننڍيءَ دريءَ مان اندر نهاريو ۽ سڌارٿ کي ٻانهون ٻڌل، ٻنا چرپر جي اُتيئي بيٺل ڏٺائين. هو سندس زرد چوغو چمڪندو ڏسي ئي سگهيو. دکي دل سان، پتا بستري ڏانهن واپس وريو.

جڏهن ٻيو ڪلاڪ گذريو ۽ برهمڻ کي ننڊ نه آئي، تڏهن هو وري اُٿيو، هيٺ مٿي پسار ڪرڻ لڳو، گهر کان ٻاهر نڪري آيو ۽ ڏٺائين ته چندرما ڪڙي رهيو هو. هن دريءَ منجهان نهاريو. سڌارٿ اُتيئي ٻانهون ٻڌل، ٻنا چر پر جي بيٺو هو؛ چندرما سندس اُگهاڙين ٽنگن جي هڏين تي چمڪي رهيو هو. دکي دل سان پتا بستري ڏانهن وري موٽيو.

وري ڪلاڪ رکي موٽي آيو ۽ وري ٻن ڪلاڪن بعد، دريءَ مان نهاريائين ۽ ڏٺائين ته سڌارٿ اچا بيٺو آهي، چانڊوڪيءَ ۾، تارن جي روشنيءَ ۾، اونداهي وچڙي ۾. ۽ هو چپ چاپ ايندو رهيو، ڪلاڪ ڪلاڪ کانپوءِ، ڪمري ۾ ليئو پائيندو رهيو، ۽ هنکي اتي ٻنا چرپر بيٺل ڏسندو رهيو. سندس




سڌارٿ اُتي ٻانهون ٻڌل، بنا چرپر جي بيٺو هو. [صفحه ٩]

دل ڪروڌ سان، چنتا سان، ڀؤ سان، شوڪ سان ڀرجي ويئي.

رات جي آخرين ڪلاڪ ۾، پره ڦٽيءَ کان اڳ هو وري واپس آيو، ڪمري اندر گهڙيو ۽ نوجوان کي آتي ٿي بيٺل ڏٺائين. هو ڊڄهو ۽ ڪيس ڌاريو پئي لڳو.

”سڌارت“، هن چيو، ”تون ڇا جي لاءِ ترسيو آهين؟“

”اوهانکي سڌ آهي ته ڇا جي لاءِ ترسيو آهيان، پتاجي!“

”ڇا، تون ائي بيٺوئي هوندين ۽ ترسي وهندين، جيستائين ڏينهن ٿئي، منجهند ٿئي، شام ٿئي؟“

”آءٌ بيٺوئي هوندس ۽ ترسندس.“

”تون ٿڪجي پوندين، سڌارت.“

”هائو، آءٌ ٿڪجي پوندس.“

”توکي ننڊ اچي ويندي، سڌارت.“

”موکي ننڊ ڪانه ايندي.“

”تون مري ويندين، سڌارت.“

”آءٌ مرندس.“

”تون پنهنجي آڳيا پالن ڪرڻ کان وڌيڪ مرڻ پسند ڪرين ٿو؟“

”سڌارت هميشه پتا جي آڳيا پالن پئي ڪئي آهي.“

”تڏهن تون پنهنجي رٿا ترڪ ڪندين؟“

”سڌارت کي جئن سندس پتا چوندو تئن ئي ڪندو.“

ڏينهن جي پهرين روشني ڪمري اندر گهڙي. برهمڻ ڏٺو ته سڌارت جون جنگهون ٿورو ڏڪي رهيون هيون، پر سڌارت جي چهري ۾ ڏڪڻي ڪانه هئي. سندس نيتر دور درشيه ڏسي رهيا هئا. تڏهن پتا محسوس ڪيو ته سڌارت هاڻ وڌيڪ وقت گهر ۾ ساڻس گهاري ڪين سگهندو- هو اڳيئي کيس ڇڏي چڪو هو.

پتا سڌارٿ جي ڪلهي تي هٿ رکيو.

”پل تون بن وچ،“ هن چيو، ”۽ سنياسي ٿيءُ. جيڪڏهن تون بن اندر آنند ڳولي لهين ته موٽي اچجانءِ ۽ مونکي اچي انهي سکيا ڏجانءِ. پر جيڪڏهن تنهنجي اکين تان پڙدو هٽي ۽ توکي اُتي آنند نه ملي ته به موٽي اچجانءِ ته پوءِ اسين وري گڏجي پاٺ پوڄائون ڪنداسين ۽ ديوتائن تي ڀيٽائون چاڙهيندا‌سين. هاڻي وڃ، ماتا جا پير وڃي چم ۽ ٻڌائينس ته تون ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين. مون لاءِ ته هاڻي وقت پرڄي آيو آهي - درياه تي وڃڻ جو ۽ اشنان ڪري پاٺ پوڄا ڪرڻ جو.“

هن پنهنجو هٿ پٽر جي ڪلهي تان لاٿو ۽ ٻاهر نڪري ويو. سڌارٿ جڏن هلڻ جي ڪوشش ڪئي لڏن سندس ٽنگون ڏڏڻ لڳيون. پر هن جلدئي پاڻ سنڀالي ورتو، پتا کي نمسڪار ڪيائين ۽ انهي ارشاد جي پيروي ڪرڻ لاءِ پنهنجي ماتا وٽ ويو.

جڏن هن پنهنجي ساڻين ٽنگن سان آهستي آهستي پرہ ڦٽي جو نندرا ديويءَ جي گود ۾ پيل شهر ڇڏيو، لڏن هڪ لڪندڙ پاڇو پڇاڙيءَ واريءَ جهوپڙيءَ مان نڪري ظاهر ٿيو ۽ اچي ياتريءَ سان شامل ٿيو. اُهو گووند هو.

”تون اچي ويو آهين“، سڌارٿ چيو ۽ مرڪيائين.

”آءٌ اچي ويو آهيان“، گووند وراڻيو.

# سنياسين جي سنگ ۾

اُنهيءَ ڏينهن، سنجها ٽاڻي، هو سنياسين کي اچي ڳڳا ۽ کين پنهنجي سنگ ۾ سادُن ۾ شامل ڪرڻ لاءِ وينتي ڪيائون. سندن وينتي اگهامي.

سڌارٿ پنهنجا وستر رستي تي هڪ غريب برهمڻ کي ڏيئي ڇڏيا ۽ پاڻ وٽ صرف هڪ لنگوٽ ۽ هڪ ميرانجهڙي رنگ جو اوڇڻ رکيائين. ڏينهن ۾ رڳو هڪ ويلو کائيندو هو ۽ کڏهن به کاڌو رڌيندو نه هو. چوڏهن ڏينهن ورت رکيائين. وري اٺاويهه ڏينهن اُپواس ڪيائين. سندس ڳلن ۽ جنگهن تان ماس ڇڻي ويو. سندس ڏرا ڏيئي آيل اکين ۾ عجيب سپنا پئي ٻکيا. سندس سنهڙين آڱرين تي ننهن ڊگها ٿي ويا ۽ کاڏيءَ تي خشڪ ۽ ڪنڊائين سونهاري ظاهر ٿيس. منهن سامهون ڪا اِستري ٿي آيس ته نيڻ ٿي رکا ٿي ٿي ويس. اوچ وستر پهريل ماڻهن جي شهر مان لنگهندو هو ته چپ ڏڪار وچان مروڙجي ٿي ويس. هن ڏٺو ته واپاري واپار پيا ڪن، راجڪمار شڪار تي پيا وڃن، ماتمي مٿان مٿان پيا روئن، ونشائون پاڻ پيڻون آڇين، ويج بيمارن جي دوا سنتي پيا ڪن، پنڊت ٻج چڙهڻ لاءِ شيءِ ڏينهن پيا وارين، پريمي پريم پيا پچائين، ماتائون ٻار پيڻون پرچائين — ۽ سمجهائين ته اهي سڀ اڪ گهڙي نهارڻ جي يوگيه ئي ڪين آهن. هر چيز کيس جوت ٻي لڳي، ڪراهت ڀري جوت. اهي مڙيئي هٿا اِندرين جا، يوڳ جا، سونهن ۽ سينگار جا بد بدا، جونا

پسارا. سڀ نشت ٿي ويا هئا. دنيا زهر مثل پئي ڀاسيس. جيوت هئي دک ۽ ڪليش.

سدارٿ جي منزل مقصود هڪ ٿي هئي - بنهه ڀالهو ٿيڻ، پياس، ترشنا، سپنن، سک ۽ دک کان ڀالهو ٿيڻ، خالي ۽ آزاد ٿيڻ - 'مان' کي مارڻ. اڳو پوءِ لاءِ 'مان' کان آجو ٿيڻ، سکڻي ٿيل هردي جو آنند ماڻڻ، پوتر ويچار انيؤ ڪرڻ - اهو هو سندس اُديش. جڏهن سمورو 'مان' وس ۾ ايندو ۽ نشٽ ٿيندو، جڏهن سموريون ترشنائون ۽ ڪامنائون ٻجهي وينديون، ته پوءِ اها انتم وستو جاڳندي، هستيءَ جي اُها انتر آتما، جنهن ۾ ذري به 'مان' نه هوندي - ڪهڙو نه اونهو راز!

چپ چاپ سدارٿ تيز سورج جي ڪرڻن ۾ بيٺو رهيو، شوڪ ۽ پياس جو ستايل، پر بيٺو رهيو جيستائين هن دک ۽ اُڃ محسوس ڪرڻ ڇڏي ڏني. چپ چاپ هو برسات ۾ بيٺو رهيو، پاڻي سندس وارن تان ڳڙي سندس ڪلهن تي، چيلهه تي، ٽنگن تي جمي پي ويو. ۽ هي جڳياسو بيٺو ئي رهيو جيستائين هن ڪلهن ۽ ٽنگن جو جمي وڃڻ محسوس ئي نه ڪيو، جيستائين انهن ۾ ماٺائي اچي وئي. چپ چاپ هو ڪنڊن منجهه رڙهي ويو. خون سندس پوسرندڙ چمڙيءَ مان پئي ڳڙيو، ڦٽ ٿي پيس. پر سدارٿ اٽل ۽ اڏول رهيو جيستائين خون وهڻ بند ٿي ويو، جيستائين ڪنڊن کيس ستائڻ بند ڪيو ۽ درد به هنکي دکي ڪري نه سگهيو.

سدارٿ ڪڙو ٿي وهندو هو ۽ ساهه کڻڻ ۾ سنجم ڪرڻ، ٿوري ساهه کڻڻ سان پورت ڪرڻ ۽ ساهه کي روڪڻ سکيو. ساهه اُندر نيڻ وقت هو دل جي دک دک کي بيهارڻ سکيو، دل جي دک دک کي گهٽائڻ سکيو جيستائين اها دک دک گهٽ ٿيڻ لڳي ۽ نيٺ جڻ نه بيهي وئي.

سنياسين ۾ جيڪو وڏي ۾ وڏو هو تنهنجي سکيا هيٺ ۽ سنياسين جي نيمن موجب هو تن کي ٿسو ڏيڻ لڳو ۽ ڌيان يوگ جو ساڌن ڪرڻ لڳو. هڪ ڪنگ بانس جي وڻن مٿان اُڏاڻو ۽ سڌارٿ اُن کي پنهنجي سوڪيم شرير ۾ جڳهه ڏني، پاڻ ڪنگ بڻجي پيو، جهنگل ۽ پهاڙن مٿان اُڏاڻو، مڇليون کاڌائين، ڪنگ وانگر ٻڪ ڪڍيائين، ڪنگ جي ٻولي ٻوليائين، ڪنگ وانگر مري ڏنائين. هڪ مئل گدڙ واريا سي ڪپ تي پيو هو ۽ سڌارٿ جو سوڪيم شرير انهي مٿت ۾ کسڪي ويو، هن مئل گدڙ جو روپ ورتو، ڪناري تي پيو رهيو، سڄي پيو، بانس ڪڍيائين، ڪنو ٿيندو ويو، ڇراڻن هنجو انگ ڪتي ڇڏيو، ڳجهون اُنکي پٽڻ لڳيون، باقي هڏن جو پڃرو وڃي رهيو، خاڪ سان خاڪ ٿي ويو، وايوُ ۾ ملي ويو. ۽ سڌارٿ جو سوڪيم شرير واپس آيو، مري ويو، ڪنو ٿي ويو، خاڪ ۾ ملي ويو. جيوت جي چڪر جي دکن واري دوري مان لنگهيو. هو شڪاريءَ جيان نئين پياس سان ترسي وينو هڪ اوڙاه مٿان، جتي جيوت جو چڪر ختم ٿو ٿئي، جتي ڪارڻن جي پڄاڻي ٿي ٿئي، جتي ڪشٽ - هيڻ اَنمت ڪال نظر ٿو اچي. هن پنهنجن حواسن کي نگهوسار ڪيو. هن سمرڻ - شڪتيءَ کي ماري مات ڪيو، هزارن ين ين روپن ۾ پنهنجي 'مان' منجهان هو کسڪي ويو. پسون ٿيو، مٿت ٿيو، پهڻ ٿيو، ڪاٺي ٿيو، جل ٿيو ۽ هر دفع هو وري انهن مان جاڳي اُٿيو. سورج ڪڙيو يا چندرما چمڪيو، هو وري 'مان' ٿيو، جيوت جي دوري اندر ڪهي آيو، پياس محسوس ڪيائين، پياس تي جيت پاتائين، نئين پياس انڀو ڪيائين.

سڌارٿ گهڻو ڪجهه سنياسين مان پرايو؛ 'مان' وڃائڻ جا هو گهڻيئي طريقا سکيو. هو تياڳ جي مارگ تي هلڻ لڳو، دکن درد ن معرفت، ڪشٽ سهڻ ۽ مٿن جيت پائڻ معرفت،

بک، اُج ۽ ٿڪاوٽ معرفت. هو تياڳ جي سفر تي هليو، ڏيان ذريعي، من کي مڙيني خيالي بوتن کان خالي رکڻ ذريعي. اُنهن ۽ ٻين ٻيچرن تي هو پنڌ ڪري سگهيو. هن هزارين دفعا پنهنجو 'مان' وڃايو ۽ ڏينهن جا ڏينهن ساندهه هن نيستيءَ ۾ نواس ڪيو. جيتوڻيڪ اهي مارگ کيس 'مان' کان پري ڪيدي تي ويا پر آخر ۾ وري به 'مان' ڏانهن واپس وٺي تي آيا. جيتوڻيڪ سڌارٿ، هزارين دفعا 'مان' کان ڀڳو، نيستيءَ ۾ سمايو، پسونءَ ۽ پٿر ٿيو، تڏهن به سندس واپسي اَڻ ٽر هئي؛ اُها گهڙي اَڻ ٽر هئي جڏهين کيس 'مان' ڏسڻو ٿي پيو سورج جي روشنيءَ ۾ يا چندرما جي چانڊنيءَ ۾، بادلن جي ڇايا ۾ يا برسات جي بوندن ۾ ۽ وري به اهوئي 'مان' سڌارٿ تي تي پيو ۽ وري کيس بوجهي واري زندگيءَ جي چڪر جو دک پسڻو ٿي پيو. سندس ڀر ۾ رهندو هو گووند، سندس ڇانو، هو به ساڳي ٻيچري تي پاند پڙو هو، ساڳيا ٿي سادن ڪندو هو. شيوا ۽ سادنن جي ضرورتن کان سواءِ ٻيءَ وشيه تي، ڀاڻ ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ورلي ٿيندو هون. ڪڏهن ڪڏهن سو پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن آچارين لاءِ ڳوٺن مان کاڌو مڱي اچڻ لاءِ گڏجي نڪرندا هئا.

"تنهنجو ڇا خيال آهي، گووند؟" هڪ ڀيرو مڱڻ واري موقع تي سڌارٿ پڇيو. "تون ڀانئين تو تہ اسان ڪجھ اڳيرو وڌيا آهيون؟ منزل مقصود تيا آهيون؟"

گووند اُتر ڏنو: "اسان پرايو آهي ۽ اڃا پرايون پيا. سڌارٿ، تون هڪ اوچ پدويءَ وارو سنياسي بڻبين، تون هرهڪ سادن سگهو ئي سکي ويو آهين. پيرسن سنياسين اَڪثر تنهنجو چڱو ملھ پٿي ڪٿيو آهي. ڪنهن ڏينهن تون مها پرش ٿيندين، سڌارٿ."

سڌارٿ چيو: "مونکي تہ ائين ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي،

منهنجا مترا! جيڪي ڪي مان هن مهل تائين سنياسين کان سکيو آهيان سو تہ پاڻ وڏيڪ تڪڙو ۽ وڏيڪ سولائيءَ سان ڪنهن وئشيا جي پاڙي ۾، ڪنهن بہ مسافرخاني ۾، مزورن ۽ ڀاري کيڏيندڙن جي سنگ ۾ سکي سگهان ها!“

گووند چيو: ”سڌارٿ چرچا ٿو ڪري. تون، سڌارٿ، ڌيان ڪرڻ، پراڻايام ڪرڻ ۽ بک ۽ ڏک محسوس نہ ڪرڻ انهن ڪريلن انسانن جي صحبت ۾ ڪٿي سکي سگهين ها؟“

۽ سڌارٿ اهڙيءَ ڪوملتا سان چيو ڄڻ تہ پاڻ سان ٿي ڳالهايائين: ”ڌيان ڇا کي ٿو چوين؟ تن جو تياڳ ڇا آهي؟ ورت ڇا آهي؟ ساهہ روڪڻ ڇا آهي؟ اهو سڀ آهي ’مان‘ کان ڀاڄ، اهو سڀ آهي ’پاڻ‘ جي ڪشٽ کان ٿوري سمي لاءِ ڀڄاءُ. اهو سڀ آهي زندگيءَ جي ڏک ۽ مورکتا کان ٿوري وقت لاءِ ڇوٽڪارو. ڍڳا ڪاهيندڙ بہ ساڳي ڀاڄ ڪائي ٿو، جڏهن هو ٿورو وقت جتاءُ ڪندڙ نشو واپرائي ٿو. جڏهن هو مسافرخاني ۾ چانورن جي شراب جا يا ناريل جي رس جا بہ ٽي پيالا پيئي ٿو. انهيءَ وقت هو ’مان‘ جي گَم نٿو رکي، زندگيءَ جو ڏک ۽ درد محسوس نٿو ڪري؛ هو تڏهن ٿوري وقت لاءِ ڇوٽڪارو پائي ٿو. چانورن وارو شراب پيئندي هنڪي ننڊ ڪٺي ٿي وڃي ۽ هنکي انهيءَ وقت اهو ئي ڪجهہ حاصل ٿو ٿئي جو سڌارٿ ۽ گووند کي ملي ٿو جڏهن هو گهڻ وقت ساڌن ڪري پنهنجي سرير جي سرت ڇڏي ٿا وڃن ۽ نيستيءَ ۾ واسو ٿا ڪن.“

گووند چيو، ”تون ائين چئي وڃين ٿو، منهنجا پريتم، پر انهي هوندي بہ تون ڄاڻين ٿو تہ سڌارٿ ڪو ڍڳا ڪاهيندڙ ڪونہ آهي ۽ سنياسي ڪو شرابي نہ آهي. شرابي برابر سرت وڃائي ٿو، هن کي برابر ٿوري وقت لاءِ ساهي ۽ آرام ملي ٿو،

پر هو جلد ئي انهي ڪوڙي آرام مان واپس وري ٿو ۽ وري هر چيز ائين ئي ٿو پسي جئن اڳ ئي هئي. ڪيس اُن مان ڪو وڏيڪ گيان حاصل ڪونہ ٿيو آهي، ڪيس ڪا وڏيڪ روشني ڪانہ مِلي آهي، هو ڪو وڏيڪ ڏاڪو ڪونہ چڙهيو آهي."

سڌارٿ منهن تي مرڪ آڻي وراڻيو: "مونکي اها ڄاڻ نہ آهي. آءٌ برابر ڪو شرابي ٿي ڪونہ رهيو آهيان. پر مان، سڌارٿ، انهن ساڌنن ڪرڻ ۽ ڏيان ۾ رهڻ سان صرف ٿوري وقت لاءِ آرام پايان ٿو ۽ آءٌ گيان کان، مڪتيءَ کان ايترو ئي دور آهيان، جيترو گرڀ ۾ ٻالڪ. اِها سا، گووند، مونکي ڄاڻ آهي."

ٻئي ڪنهن موقع تي، جڏهن سڌارٿ گووند سان گڏجي بن کان ٻاهر پنهنجي سنياسي ڀائرن ۽ آچارين لاءِ کاڌو پني اچڻ لاءِ نڪتو، تڏهن سڌارٿ ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ چوڻ لڳو: "ڪر خبر، گووند، صحيح رستي تي آهيون؟ گيان جي پراپتي ٿئي ٿي؟ مڪتيءَ کي ويجهو آهيون؟ يا گول چڪرن ۾ شايد پيا ڦرون - جن چڪرن ۾ ڦرڻ کان ڇوٽڪاري جي ئي اسان چاهنا پئي رکي؟"

گووند چيو: "اسين گهڻو ڪجهہ سکيا آهيون، سڌارٿ، ۽ اڃا بہ گهڻوئي سکڻو اٿئون. اسين چڪرن ۾ ڪونہ ٿا ڦرون، اسين مٿي چڙهندا ٿا هلون - پيچرو آهي وروڪڙ، اسين گهڻيئي ڏاڪا مٿي چڙهي چڪا آهيون."

سڌارٿ اُتر ڏنو: "ڪيڏيءَ اوستا جو، تون سمجهين ٿو، اسانجو وڏي ۾ وڏو سنياسي هوندو، اسانجو پوڄنيہ آچاريہ؟"

گووند چيو، "آءٌ سمجهان ٿو تہ وڏي ۾ وڏو سٺ ورهين جو ٿيندو."

۽ سڌارٿ چيو: "هو سٺ ورهين جو آهي ۽ نروان جي

پراپتي ڪانہ ٿي اٿس. هو سنو سالن جو ٿيندو ۽ اُسي سالن
جو ٿيندو ۽ تون ۽ مان پڻ ڪنهن ڏينهن ايڏيءَ عمر جا ٿينداسين
جيڏيءَ جو هو آهي ۽ ساڌن ڪنداسين، ورت رکنداسين، ڌيان
۽ وهنداسين، پر نروان پد پراپت ڪين ڪنداسين، نڪي
هو، نڪي اسين، گووند. آءٌ سمجهانٿو تہ سيني سنياسين منجھ
هڪ ڪي بہ نروان پد پراپت ڪونہ ٿيندو. اسين ٻاراڻ کي تسلي
۽ آٿت ڏيندا اچون ٿا، اسين ڪيڏ- بازيون ۽ چالاڪيون سکون
ٿا، جن سان اسين ٻاراڻ کي دوکو پيا ڏيون، پر ضروري وستوُ-
اها راهہ، اها سڙڪ- اسانکي هٿ نٿي اچي."

"اهڙا خوفناڪ وچن تہ مکہ مان نہ ڪڍ، سڌارٿ،" گووند
چيو. "ائين ڪئن هوندو تہ ايترن ودوانن منجھ، ايترن
پنڊتن منجھ، ايترن تپسوين ۽ يوگيہ سنياسين منجھ، ايترن
جگياسن منجھ، ايترن آتمڪ اُنتيءَ جي ابلاشا رکندڙن منجھ،
ايترن ساڌن ۽ سنتن منجھ ڪوبہ نہ آهي جو صحيح مارگ
لهي سگهندو؟"

پر، سڌارٿ وراڻيو اهڙي آواز سان جنهن ۾ شوڪ
اوتروئي هئو جيتري ٺوڪ، اهڙي نرم آواز سان جنهن ۾ ڪجھ
اُداسائي هئي تہ ڪجھ مسخري: "جلد ئي گووند! تنهنجو
مترو، هي سنياس جو مارگ ترڪ ڪندو، جنهن تي هيترو
وقت توسان گڏ سفر ڪيو اٿس. مونکي آهي پياس، گووند!
۽ هن سنياس واري لنبي راهہ تي منهنجي پياس ڪا گهٽي ڪانہ
آهي. آءٌ هر هميشہ گيان جو پياسي ئي رهيو آهيان، من سوالن
سان پرپور ئي رهيو آهيان. سال بہ سال، مون برهمڻن
کان پئي سوال پڇيا آهن، سال بہ سال، مون پوتر
ويدن کان ئي سوال پڇيا آهن. نجاڻان، گووند، جي آءٌ گينڊي يا
باندر کان ئي اهي سوال پڇان ها تہ اُن منجهان بہ اهائي
چڱائي، اهائي سياڻپ، اهائي پورڻتا حاصل ٿئي ها. گهڻوئي وقت

وتيت ڪيو اٿم ۽ اچا اُهي پڇاڻي نہ ڪئي اٿم، صرف اهوئي ۽ اينترو ئي سگهڻ لاءِ، گووند، تہ اِنسان سکي ڪجهہ بہ نٿو سگهي. نسچيہ ڪيو اٿم تہ هرڪنهن وستوءَ جي تت ۾ اهڙو ڪجهہ آهي جنهن جو سکيا سان تہ ڪو سنبنڌ ئي نٿو سگهي. جيڪي ڪي هرهنڌ موجود آهي، جيڪي ڪي آتما آهي، جيڪي ڪي مون ۽ تو ۾ ۽ هرڪنهن پراڻيءَ ۾ آهي- اُها، منهنجا مٺا، هڪ قسم جي ڄاڻ آهي، گيان، اَنڀؤ آهي، ۽ آءٌ ائين پيو وسهان تہ انهيءَ ڄاڻ جو وڏي ۾ وڏو شترو پيو ڪو بہ ڪونہ آهي، سواءِ ودوان جي، سواءِ سکيا جي."

اِهو ٻڌي، گووند رستي تي بيهي ويو ۽ هٿ مٿي کڻي چيائين: "سڌارٿ، پنهنجي دوست کي اهڙي گفتگوءَ سان وياڪل نہ ڪر. سچ پچ تہ تنهنجا وچن مونکي ستائين ٿا. ويچار ڪر، اسانجي پوتر پرارٿنائن، برهمڻن جي مان مرتبي ۽ سنياسين جي پوترتائيءَ کي ڪهڙي معنيٰ ٿيندي، جيڪڏهين جئن تون چوين ٿو تہ سکيا منجهان ڪجهہ بہ پراپت نٿو ٿئي؟ سڌارٿ، هرڪنهن وستوءَ جو ڪهڙو حال ٿيندو، ڪهڙي چيز پرٿويءَ تي پوتر ليکجڻ ۾ ايندي، ڇا کي املاڪ، نرمل ۽ شڌ سڏي سگهبو؟"

گووند اُپنشدن مان هڪ سلوڪ چپن ۾ چيو:

"جنهن جي ويچاروان پوتر آتما
پرويش ڪري تسي پرماتما اندر،
تنهنکي اننت آنند جي
پراپتي ٿئي ٿي ورنن ڪرڻ کان ٻاهر".

سڌارٿ چپ رهيو. جي اکر گووند جي واتان نڪتا هئا تن تي ڊگهي وقت ويچار ڪرڻ لڳو.

نميل ڪنڌ سان بيٺي، هن ويچاريو تہ هاڻي جيڪي کي

اسان کي پوڻو، نرمل نظر اچي ٿو، لنهن مان باقي رهي ٿ
ڇا ٿو؟ بچي ٿ ڇا ٿو؟ ڇا ٿو محفوظ رهي؟ ۽ هن پنهنجو
ڪنڌ ڌوڻيو.

هڪ دفع، جڏهن هي ٻئي جوان ٽي سال سنياسين سان
گڏ رهي چڪا هئا ۽ سندن ساڌن ۾ ٻهرو ونپي رهيا هئا،
تڏهن ڪيترن هنڌان ڪين افواهي خبر پهتي ته هڪڙو پرش
اچي وارد ٿيو آهي جنهن کي سڏين ٿا گوتم، سريشٽ پرش،
ٻڌ. هن پاڻ منجهه دنيا جي دکن مٿان جيت پاتي هئي ۽
وري جنم جي ڦيري کي بيهاري، ختم ڪري ڇڏيو هو. هوُ
هاڻ اُپديش ڪندو، ديش اندر ڦري رهيو هو، چوڌاري
شش ساٿس ڪنا، بنا ڪنهن پدارٿ جي، بنا گهر گهاٽ جي،
بنا پتنيءَ جي، سنياسيءَ جو گيڙو رنو چوغو پهريل، اوچي
پيشانيءَ سان، سريشٽ پرش، جنهن کي برهمڻ ۽ راجڪمار پيا
نمن ۽ سندس سکشڪ بڻجن.

اهو پرلاءِ، اِها ڪهاڻي هرهنڌ بدڻ ۾ آئي ۽ چوڌاري پکڙجڻ
لڳي. برهمڻن شهر منجهه ان بابت چرچا پئي ڪئي ۽ ٻن اندر
سنياسين پڻ. گوتم، ٻُڌ جو نانءُ، لڳاتار جوانن جي ڪنن تائين
پئي آيو، ڪن ساراهيو ٿي ته ڪن نندا ٿي ڪئي.

جئن جڏهن ملڪ اندر پليگ راڳا ڪندي آهي ۽ افواهه
ڦهلجي ويندو آهي ته هڪ پرش، داناءُ، گياني، جنهنجا وچن
۽ جنهنجي ڦوڪ بيمار کي صحت بخشڻ لاءِ ڪافي آهي، اهڙو
انسان ظاهر ٿيو آهي، ۽ جئن اهو هل ملڪ اندر پکڙبو ويندو
آهي ۽ سيڪو انهي چرچا ڪندو آهي، تئين ڪيترا ماڻهو
ويساهه ڪندا آهن، ڪيترا وري شڪ گمان اُٿاريندا آهن.
ڪيترائي هڪدم انهيءَ داناءُ شخص، انهيءَ پراپڪاري پرش
جي ڳولا ۾ نڪرندا آهن. اهڙي ساڳي نموني ۾ گوتم ٻڌ بابت،
ساڪيه ڪل جي سياڻي پرش بابت، خوشخبري ملڪ اندر

ڦهلجڻ لڳي. هوُ ڏاڍو ودوان آهي، وشواسي ماڻهن چيو، ڪيس اڳين جنمن جي يادگيري آهي، هن نروان پد پاتو آهي، وري جنم جي چڪر ۾ نه ايندو ۽ آڪارن جي گهمسان واريءَ ڌارا ۾ لپو ڪونه ڏيندو. ڪيترين ئي عجيب ۽ نه وسهڻ جهڙيون ڳالهيون هن بابت هُليون پئي؛ هن ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي، ڪامڌينو تي سوپ پاتي اٿس، ۽ ديوتائن سان رهاڻيون ڪيون اٿس. ٻئي طرف وري سندس شترو، ناستڪ ۽ اُوشواسي آدمي چوڻ لڳا ته هي گوتم آهي واهيات ماڻهو، دولابي، هو عيش عشرت جي زندگي گذاري تو، پاڻ پوڄائن، پيتائن ڪي ڏڪاري ڪو، نه ودّيا پڙهي اٿس، نه ساڌن سکيو آهي ۽ نه وري سرير کي ڪشت ڏيئي ڄاڻي.

ٻُڌَ بابت افواه دلڪش هئا؛ منجهن ڪو جادو تي ڏنو. دنيا ۾ پيڙا هئي، جيوت ڪنن هئي ۽ هاڻ هت نئين آشا، نئون سنديش، آنت ڏيندڙ، ڪومل، ۽ سهڻو لاپدائڪ پئي پاسيو. هر جاء ٻُڌَ جي ئي چرچا هئي. ساري ڀارت جا نوجوان ڪن ڏيڻ لڳا، سندن اندر ۾ آرزو ۽ آس اُڀرڻ لڳي. ۽ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ برهمڻن جي پٽرن، هرهڪ ياتريءَ ۽ هرهڪ ڌاريئي جي آجيان ۽ خاطري ئي ڪئي، جيڪڏهن هن ڪا به خبرچار، ڪو به سڌ سماءُ اُنهيءَ سريشٽ پرش، ساڪيه منيءَ بابت آندو ٿي. اِهي افواه، بن ۾ سنياسين تائين، ۽ پڻ سڌارٿ ۽ گووند تائين رکي رکي پهچڻ لڳا؛ هرهڪ افواه ڪڏهن آشا تي اُتاري، ڪڏهن شنڪا تي جاڳائي. هنن پاڻ ۾ ان بابت تورو ڪجهه تي ڳالهايو ڇاڪاڻ ته اهو افواه وڏي سنياسيءَ جي دل وڻان نه هو. هن ٻڌو هو ته اهو ٻُڌ اول ۾ سنياسي هو ۽ بن ۾ رهندو هو، پر پوءِ عيش عشرت واري جيوت اختيار ڪئي هئائين ۽ انهيءَ ڪري هن کي گوتم منجهه ڪا خاص دلچسپي ڪانه هئي.

"سڌارٿ"، گووند هڪ ڏينهن پنهنجي متر کي چيو، "اڄ

آءٌ ڳانؤ ۾ هوس ۽ هڪ برهمڻ مونکي ڪوٺ ڏيئي گهر ۾ گهرايو ۽ اتي مگڌ ڪان آيل هڪ برهمڻ جو پٽر هو، هن ٻڌ کي پنهنجي اکين سان ڏٺو هو ۽ سندس اُپديش پڻ ٻڌو هو. سچ پڇ، منهنجي اندر ۾اُڪير جاڳي ۽ مون سوچيو: آءٌ چاهيان ٿو ته ٻئي، سڌارٿ ۽ مان، شل انهيءَ ڏينهن ڏسڻ لاءِ جيئرا هجون، جڏهن هن پورن پرش جي مکارونڊ مان سندس اُپديش ٻڌي سگهون. منهنجا دوست، اسين ڪين جيڪر اوڏانهن هلي، اهو اُپديش ٻڌَ جي مکهَ مان ٻڌي لاڀ وٺون؟"

سڌارٿ چيو: "مون ته هميشه ائين ٿي ڀانيو ته گووند سنياسين جي سنگ ۾ ئي رهندو. مون ائين اُيِ پڻ ٿي ڀانيو ته سندس اُديش آهي ته سٺ ۽ سترورهين تاءِ جيئرو رهي اهي ڪلائون ۽ ساڌن عمل ۾آڻيندو رهجي جي سنياسين سيکاريون آهن. پر آءٌ ڪيترو نه ڀليل هوس، گووند! مونکي ڪيتري نه گهٽ ڄاڻ هئي ته گووند جي دل اندر ڇا پيو وهي واپري! هاڻي، منهنجا پيارا متر، تون نئون رستو اختيار ڪرڻ چاهين ٿو، بيشڪ وڃ ۽ وڃي ٻُڌَ جي سکيا سڻ."

گووند چيس: "توکي مونتي خنده ڪرڻ ۾ مزو ٿو اچي. فکر نه آهي، سڌارٿ. تو ۾ به هنجي اُپديش ٻڌڻ جي ابلاکا ڪانهي؟ ۽ تو ڪين هڪ لڳا مونکي چيو هو ته آءٌ گهڻو وڌيڪ سنياسين جي مارگ تي سفر ڪين ڪندس؟"

پوءِ سڌارٿ اهڙي نموني کليو جو سندس آواز ۾ ذرا غمگيني ۽ ذرا ٺٺولي هئي ۽ هن چيو: "تو نيڪ ٻڌايو، گووند، تنهنجي يادگيري پڻ نيڪ آهي، پر توکي اهو به ياد ڪرڻو آهي ته مون توکي وڌيڪ ڇا چيو هو. اهو ته مونکي سکيائن ۽ وديا ۾ ويسهه ڪونه آهي ۽ جيڪا سکيا آچاريه ڏين ٿا تنهن ۾ منهنجو وشواس ڪونه ٿو جمي. پر نيڪ آهي، منهنجا دوست،

آءٌ اِها نٿين سکيا ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، جيتوڻيڪ مونکي دل اندر يقين آهي ته انجو سنڌي ۾ سنو قل اسان اڳيئي چکي ڏنو آهي."

گووند جواب ڏنو: "مونکي خوشي آهي جو تو اِها ڳالهه مڃي آهي. پر مونکي ٻڌاءِ ته جيسين اسان اجا گوتم جو اُپديش ٻڌو به نه آهي تيسين اسانکي ان جي اَمولڪ قل جو پتو ڪيئن پوندو؟"

سڌارٿ چيو: "اَول ته هي قل ماڻيون ۽ پوءِ ٻين جي لاءِ انتظار ڪريون، گووند. هي قل جنهن لاءِ اسين گوتم جا اڳيئي ٿورائتا آهيون سو اِهو آهي جو هن اسان کي لالچائي سنياسين کان جدا ڪيو آهي. اڳتي ٻيا وڌيڪ ۽ بهتر قل آهن يا نه تنهن لاءِ پل ته اسين ڌيرج سان ترسون ۽ ڏسون."

انهيءَ ساڳئي ڏينهن سڌارٿ وڏي سنياسيءَ کي ڪيس ڇڏي وڃڻ جي پنهنجي فيصلي کان واقف ڪيو. هن پيرسن سنياسيءَ سان نوجوانن ۽ سکشڪن جي يوگيتا اَنوسار فضيلت ۽ نمرتا سان ڳالهه ڇوري. پر هن پيرمرد کي انهيءَ ڳالهه تي منيان لڳي ته ٻئي چٽا ڪيس ڇڏي وڃڻ لاءِ خواهشمند هئا ۽ هو وڏي واڪي، بلند آواز ۾ کين سخت تنبيهه ڪرڻ لڳو.

گووند ڍلجي ويو، پر سڌارٿ ڪيس ڪن ۾ سس پس ڪري چيو: "هاڻ آءٌ پيرمرد کي ڏيکاريندس ته مون مدجهائونس ڪجهه پرايو آهي."

هو پنهنجو من ايڪاگر ڪري سنياسيءَ جي پرسان وڃي بيٺو ۽ هو پيرمرد جي اکين ۾ نهارڻ لڳو ۽ پنهنجي نظر سان کيس سوگهو ڪيو، هن کي گهرڻيءَ ننڊ جي حالت ۾ وجهي ڇڏيائين، سندس ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند ڪري ڇڏيائين، سندس اِڇا شڪتي، پنهنجي ضابطي هيٺ رکيائين، ۽ پنهنجي مرضيءَ

آئوسار ڪيس ماٺ ميٺ ۾ پيروي ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنائين. پيرمرد چپ ٿي ويو، سندس اکين تي ڳوڙهو چڙهي ويو، سندس اُچا شڪتي ڪمزور ٿي ويئي؛ سندس ٻانهون هيٺ لڙڪي پيئون، سڌارٿ جي اَديوڪ اُچا شڪتيءَ هيٺ هو بي وس ٿي ويو. سڌارٿ جي خيال شڪتي سنياسيءَ جي خيال شڪتيءَ تي غالب پئجي ويئي؛ هنڪي ائين ئي ڪرڻو پيو جئن سڌارٿ ٿي چاهيو ۽ انهيءَ ڪري پيرمرد ڪيترا دفعا سيس نوائي پرنام ڪيو، پنهنجي آسيس ڏنائين ۽ خير سلامتيءَ سان سفر ڪرڻ لاءِ پنهنجي شڀ ڀاونا هٻڪي هٻڪي ظاهر ڪياءِ. نوجوانن شڀ ڀاونائن لاءِ سندس شڪرانا مڃيا، موٽ ۾ پرنام ڪيائون ۽ هو روانا ٿي ويا.

وات تي گووند چيو: "سڌارٿ، تون سنياسين کان، جيترو مون سمجهيو پئي، ان کان وڌيڪ سکيو آهين. هڪ پڊي سنياسيءَ تي پنهنجي اُچا شڪتي جمائڻ نهايت ڪٺن آهي. سچ پچ ته تون جيڪڏهن اُتي نڪاڻو ڪرين ها ته جلد ئي پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ به سکي وڃين ها."

"آءٌ پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ جي اِچا ڪانه ٿو رکان،" سڌارٿ چيو. "پل ته پيرسن سنياسي انهن ڪلائن سان پاڻ کي خوش رکن."

# گوتم

سواٽي نگر جي ٻار ٻچي کي سريشٽ ٻڌ جي نالي جي سڌ هُئي ۽ هرڪو گهر گوتم جي موڻي ٻيڪ مگندڙ ڀڪشن کي سندن ڪشنا پوري ڏيڻ لاءِ تيار هو. نگر جي ويجهو گوتم جي دلپسند رهڻ وارو آستان، جيتاون باغيچو هو، جو سريشٽ پرش جي هڪ پياري ڀڳت، ڌنوان واپاريءَ، انٿپنڊيڪا، کيس ۽ سندس ششن کي ڀيٽا طور ڏنُي ڇڏيو هو.

هي ٻه سنياسي گوتم جي آستان لاءِ پڇائون ڳاڇائون ڪندا ۽ سڌ سماءُ رکندا اچي سواٽي ۾ پهتا ۽ جڏّن ڀرين ٿي گهر وٽ ڀيڪ مگڻ لاءِ چپ چاپ اچي بيٺا تڏّن ٿي يڪدم کين ڪاڏي جي آچ ٿي. هنن ڪاڏو ورتايو ۽ جنهن ماتا کين ڪاڏو ڏنو هو تنهن کان سڌارت پڇيو: ”ماتا، اسين چاهيون ٿا ته اسان کي سڌ پوي ته ٻڌ، سريشٽ پرش، ڪٿي ٿو رهي چاڪاڻ ته اسين ٻه سنياسي بن مان هن پورن پرش جي درشن ڪرڻ لاءِ ۽ سندس واتان پربوڌ ٻڌڻ لاءِ آيا آهيون.“

مائيءَ چيو: ”اي بن جا سنياسي، اوهين پوري هنڌ اچي نڪتا آهيو. اهو سريشٽ پرش جيتاون ۾، انٿپنڊيڪا جي باغيچي ۾ رهيل آتو. اي ياترين، اوهين اُتي رات گذاري سگهو ٿا، چاڪاڻ ته اُتي اَڪيچار لوڪ جيڪي سندس مکاروند مان اُپديش ٻڌڻ لاءِ اچي ڪنا ٿين ٿا، تن لاءِ ڪافي جڳهه آهي.“

گووند ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ خوشيءَ وچان چيائين: ”آها، تڏهين ته اسين اچي منزل تي رسيا آهيون ۽ اسان جو سفر

ٻورو ٿي چڪو آهي. پر، تون، ياترين جي ماتا، اسان کي ٻڌاءِ ته تون ٻُڌَ کي سڃاڻين؟ تو پاڻ پنهنجن نيترن سان ڪيس ڏٺو آهي؟"

مائيءَ چيو: "مون انهيءَ سريشٽ پرش کي گهڻيئي دفعا ڏٺو آهي. ڪيترن ئي ڏينهن تي مون ڪيس گيڙوءَ رنگي جبي پر، مون ڏاري، گهٽين مان لنگهندو ۽ گهرن جي درن وٽ چپ چاپ پنهنجو ڪشتو ٻاهر آڻيندو ۽ پريل ڪشتي سان واپس وريندو ڏٺو آهي."

گووند تي اهو ٻڌڻ سان جڻ ته جادوءَ جو اثر ٿي ويو؛ هن جي مرضي هئي ته وڌيڪ سوال پڇان ۽ گهڻو ڪجهه وڌيڪ ٻڌان پر سڌارٿ کيس ياد ڏياريو ته هلڻ جو وقت پرجي آيو آهي. هو شڪرانا ڏيئي اڳتي راهي ٿيا. پنڌ پڇائڻ جو هاڻ خير ڪو ضرور هون، ڇاڪاڻ ته گهڻيئي ياتري ۽ گوتم ٻڌ جا شش جيتاون ڏانهن وڃي رهيا هئا. جڏهين هو رات جو اُتي پهتا تڏهن هڪ ٻئي پٺيان نوان نوان ياتري پڻ پئي پڌاريا. چوڌاري هل هلاچو متو پيو هو. ڪن اَجهو پئي گهريو، ڪي اَجهي اندر پئي ويا. هي ٻه سنياسي جي ٻن جي جيوت تي هريل هئا تن جلد ئي ۽ ماٺ ميٺ ۾ اَجهو ڳولي لڌو ۽ صبوح تائين اُتي رهيا.

سج اُڀري ئي هنن ڏسي عجب کاڌو ته ياترين جو وڏو ڪٽڪ اُتي لٿل هو جن شرڌا وچان يا درشن جي ويچار کان اچي اُتي رات ڪاٽي هئي. گيڙو رتن وسترن ۾ ٻکشن انهيءَ سندر باغيچي جي رستن تي پئي پسار ڪيو. ڪٿي ڪٿي هوُ وڻن هيٺان ٿي وينا، ڌيان ۾ مگهن يا ڳُوڙهيءَ گيان گوشٽ ۾ رڌل. ڇايا وارو باغيچو گويا هڪ نگر جي ڏيکاري ڏيئي رهيو هو جتي ماکيءَ جي مکين جيان پيهه پئي پيئي. ٻکشن

جو وڏو انداز ٻن ڀهرن جي روٽي ٻيک ڪري اچڻ لاءِ پنهنجا ڪشتا ڪڍي نڪتو. هو صرف هڪ ئي ويلو کائيندا هئا. ٻڌ پاڻ به صبوح جي وقت ٻيک ڪرڻ لڳندو هو.

سڌارٿ هنکي ڏٺو ۽ هڪدم کيس سڃاڻي ڪيائين، جڻ ته ڪنهن ديوتا ڏانهنس اِشارو ڪري کيس ڏيکاريو هو. هنکي ڪشتي سان پنهنجي آستان کان ٻاهر ويندو ڏٺائين - ٻنا ڪنهن ڏيک ويک يا ديکا ديکيءَ جي. مٿي ۾ گيڙوءَ رنو هول پهريل هوس.

”ڏس“، سڌارٿ گووند کي سرلتا سان چيو، ”اهو اتڻي ٻڌ.“

گووند انهيءَ گيڙوءَ رتي هول واري ساڌوءَ ڏانهن چتائي نهاريو ۽ جيتوڻيڪ هو ٻين سوين ڀکشن کان ڪنهن به نموني نيارو نه پئي لڳو، ته به گووند هنکي سڃاڻي سگهيو. هائو، هوُ اهوئي هو ۽ هنن سندس پٺ ورتي ۽ کيس جاچيندا رهيا.

ٻُڌ سانت ۾ پنهنجو رستو وٺيو پي ويو، خيال ۾ مگهن. سندس شانت - ميه چهري مان نڪي خوشي پئي بکي، نڪي وري غمگيني. ائين پئي ڏٺو جڻ ته هو اندر ۾ ڪوملتا سان ٽي مشڪيو. اَڻ - لکي مشڪ، جا هڪ سگهي ٻالڪ جي مرڪ سمان هئي، ان سان هو اڳتي وڌندو هليو. شانت - ميه، چپ چاپ. کيس جبو پيل هو ۽ هو ٻهو ٻين ڀکشن وانگر اڳتي هلندو ٿي هليو، پر سندس چهرو ۽ سندس قدم، سندس شانت - ميه هيٺ نهارينڙ نيتر، سندس شانت - ميه هيٺ نميل هٿ ۽ سندس هٿ جي هرهڪ آڱر، شانتيءَ جو ورنن پئي ڪيو، پورنتا جو سنديش ٿي ڏنو. نه کيس ڪا ابلاشا، نه ڪا ريس هئي ۽ منجهانئس لڳاتار سنتوش، اَمر جوتي، اَکنڊ شانتي پي بکي.

۽ ائين گوتم شهر منجهه ٻيک لاءِ پي ڦريو ۽ هنن ٻن سنياسين کيس سڃاتو، صرف سندس پورن شانتي - ميه هلڻ جي ڍنگ مان، سندس سروپ جي اِسٿرتا مان - جنهن ۾ نه هئي چاهنا، نه اِڇا، نه مکر، نه اُدم - صرف هئي جوت ۽ شانتي.



گوتم ٻڌ پاڻ به صبوح جي وقت ڀيک ڪرڻ نڪرندو هو. [صفحه ٢٧]

”اڄ اسين سنڌس ئي مڪاروند مان ٻڌنداسين سنڌس اُپديش“، گووند چيو.

سڌارٿ جواب ڪونه ڏنو. ڪيس اُپديش ٻڌڻ جو ڪو خاص چاهه ڪونه هو. هن نه ٿي ڀانيو ته سنڌس اُپديش مان ڪا نئين سکيا ملندي. ڪيس ۽ گووند کي ٻُڌ جي سکيا جي سار جي اڳيئي سڌ هئي جيتوڻيڪ اها ڄاڻ ڪيس ٻياڪڙن ۽ ٻياڪڙن کان پيل هئي. پر هو گوتم جي پيشانيءَ ڏانهن، ڪلهن ڏانهن، پيرن ڏانهن، سنڌس شانت-ميه نميل هٿن ڏانهن ڌيان سان نهارڻ لڳو ۽ ڪيس ائين پئي ڀاسيو ته سنڌس هٿ جي هرهڪ آڱر جي هرهڪ ڳُريءَ ۾ گيان سمايل هو؛ هن سَتيه جي وياکيا پئي ڪئي، سَتيه جو ساهه پئي کنيو، سَتيه جو پرڪاش پئي ڪيو. هي پرش، هي ٻُڌ، سچ پچ ننهن کان چوٽيءَ تائين مهاتما هو. اڳي ڪڏهن ڪونه سڌارٿ ڪنهن به منش جي ايتري قدر سَاراهه ڪئي هئي ۽ نه وري هن اڳي ڪڏهن ڪنهن به اِنسان لاءِ ايترو قرب ۽ پريم ڏيکاريو هو.

هنن ٻنهي نگر ۾ ٻُڌَ جي پٺ ورتي ۽ ماٺ ميٺ ۾ واپس وريا. هنن پاڻ ان ڏينهن اُپواس رکڻ جو اِرادو ڪيو هو. هنن گوتم کي واپس وراندو ڏنو، ڪيس پنهنجن ششن جي وچ ۾ ويهي کاڌو ورتائيندو ڏٺو- جيڪي کاڌائين سو ته هڪ پکيءَ جو قوت به مس هو- ۽ ڪيس اَنب جي وڻ جي ڇانيا ڏانهن آرام لاءِ پاسيرو ٿي ويندو ڏٺو.

پر، شام جو جڏهن گرمي جهَڪي ٿي ۽ ٻن ۾ هرڪو سجيت هو، ۽ سڀ ڪٺا ٿيا تڏهن هنن ٻُڌَ کي اُپديش ڪندو ٻڌو. هنن سنڌس آواز ٻڌو، ۽ اهو پڻ پورن هو، سرل ۽ شانتيءَ ڀريل. گوتم دک، ۽ انجي جَڙَ ۽ ان کان موڪش پائڻ جي باري ۾ ڳالهايو. زندگي هئي ڪشٽ ۽ دنيا هئي درد، پر

دکہ کان چونڪاري پائڻ جو مارڳ لڌو ويو هو. مڪتي انهن لاءِ هئي جيڪي ٻُڌَ جو مارڳ وٺندا.

سريشٽ پرش ڳالهايو ٿي ڪومل پر استر آواز ۾، جنهن اُديشن جي سکيا ڏنائين، اَشٽ مارگ (اَٺن قدمن وارِي راه) ٻڌايائين؛ ڌيرج سهت هن پنهنجي سکيا، ساڌارڻ ڏينگه ۾، درشٽانتن جي روپ ۾ وري وري دهراڻ سان پئي ڏني. صاف ۽ چپ چاپ سندس آواز ٻڌندڙن ڏانهن ڪجهي تــي ويو- هڪ روشنيءَ جي ريکا مثل، آڪاش جي هڪ تاري مثل.

جڏهن ٻُڌَ پنهنجو وياکيان پورو ڪيو- اڳيئي رات ٿي چڪي هئي- تڏهن گهڻيئي ياتري اڳيرو وڌي آيا ۽ سندس پنٿ ۾ سٽيڪار ٿيڻ لاءِ وينتي ڪيائون ۽ ٻُڌَ کين سٽيڪار ڪيو؛ ۽ چيو: ”اوهان منهنجي سکيا چڱيءَ طرح ٻڌي آهي. پل اسان سان شامل ٿيو ۽ آنند ماڻيو؛ دکہ ۽ ڪليش جي پڇاڙي آڻيو.“

گووند، لڄارو جوان، پڻ اڳتي وڌي ويو ۽ چيائين: ”آءٌ پڻ سريشٽ پرش جي چرنن ۾ ۽ سندس سکيا اڳيان سر جهڪائڻ چاهيان ٿو.“ هن پنٿ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ پرارٿنا ڪئي ۽ قبول پيو.

جنهن ٿي ٻُڌ رات لاءِ وڃي ايڪانت واسي ٿيو، تنهن گووند سڌارٿ ڏانهن منهن ورائي اُتاولو ٿي چيو: ”سڌارٿ، منهنجو ڪم نہ آهي توکي تنبيهہ ڪرڻ. اسان ٻنهي سريشٽ پرش کي ڪن لائي ٻڌو آهي ۽ سندس سکيا پڻ گرهڻ ڪئي اٿئون. گووند تہ سندس سکيا ٻڌي آهي ۽ قبول ڪئي اُتس پر تون، منهنجا پريہ متر، ڇا، تون مڪتيءَ جي مارڳ تي ڪونہ هلندين؟ ڇا، تون دير ڪندين، اَڃا ترسي وهندين؟“

سڌارٿ جڏهن گووند جا وچن ٻڌا، تڏهن ڄڻ تہ ننڊ مان سجاڳ ٿي اُٿيو. گهڻو وقت تائين هو گووند جو منهن تڪيندو رهيو. تنهن کان پوءِ هن جهيڻي آواز سان ڳالهايو ۽ سندس

آواز ۾ ٺٺولي ڪانه هئي. ”گووند، منهنجا مترِ، تون قدم ڪڍي چڪو آهين، تو پنهنجو مارڳ چونڊي ڇڏيو آهي. تون هميشه منهنجو دوست ٿي رهيو آهين، گووند، تو هميشه منهنجي پٺ پٺيان ورتي آهي. مون هميشه هيءَ پئي ويچاريو آهي: ڇا گووند ڪو به قدم کڻڻ به مون کان سواءِ کڻندو، پنهنجي نشچي موجب؟ هاڻي، تو سچ پچ مڙس ٿي ڪري پنهنجو رستو چونڊيو آهي. شل تون انهيءَ رستي تي اَنت تائين هلين، منهنجا مترِ، شل مڪتي حاصل ڪرين!“

گووند، جنهنکي ڳالهه اڃا پوري سمجهه ۾ نه آئي، اُبهرائيءَ سان وري سوال پڇيو: ”ڇو، منهنجا پيارا دوست، ڇو نه تو کي پڻ بُڌَ جي شرن وٺڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ڪونهي.“

سڌارٿ پنهنجو هٿ گووند جي ڪلهي تي رکيو. ”تو منهنجي آسيس ٻڌي آهي، گووند. وري به تو چوان. شل انهيءَ رستي تي توڙ تائين هلين. شل مڪتي حاصل ڪرين!“

اُنهيءَ گهڙيءَ گووند اُنيؤ ڪيو ته سندس پريتم ڪانئس جدا ٿي رهيو هو ۽ هو روئڻ لڳو.

”سڌارٿ“، هن روئي پڪاريو.

سڌارٿ ساڻس ڪوملتا سان ڳالهايو. ”اها ڳالهه نه پليج، گووند، ته تون هاڻي بُڌَ جي پوترِ ششن مان آهين. تو گهر بار، پتا ماتا تياڳ ڪيا آهن، تو پنهنجو ڪل ۽ سمپتي ترڪ ڪيا آهن. تو پنهنجي اِڇا تان هٿ کنيو آهي، تو پنهنجي دوستي پڻ تياڳ ڪئي آهي. اِها آهي سندس سکيا جي مراد ۽ اِها آهي سريشٽ پرش جي آگيا. اِهو آهي جنهن لاءِ تو پاڻ پئي چاهنا رکي آهي. سڀاڻي، گووند، آءٌ توکي ڇڏي ويندس.“

ڳچ وقت هي دوست بن ۾ پئي ڦريا. ڳچ وقت هو ليٽيا پيا پر ننڊ ڪانه آين. گووند وري وري پنهنجي دوست

تي زور بي آندو تہ بڌاءِ تہ چو ڪين تون ٻُڌَ جي سکيا جي پيروي ٿو ڪرين، ڪهڙي تو منجهس گهٽتائي ڏٺي آهي، پر سڌارٿ وري وري جواب ڏيڻ کان نٽايو پئي: ”شانتي ڏار، گووند. سريشٽ پُرش جون سکيائون بلڪل نيڪ آهن. آءٌ انهن ۾ ڪهڙي گهٽتائي لهي سگهندس؟“

پرڀات ويلي، ٻُڌَ جي ششن مان هڪ، سيني کان جهونن ششن مان هڪ، باغيچي ۾ آيو ۽ سيني نون ماڻهن جن ٻُڌَ جي سکيا اُنگيڪار ڪئي هئي، تنکي پاڻ ڏانهن سڏ ڪيائين، انهيءَ لاءِ تہ هو کين گيڙوءَ رنا وستر پهرائي سنگھ جي ابتدائي سکيائن ۽ فرضن جي هدايت ڏئي.

اِنهيءَ تي گووند ڇڇي ڏار ٿيو، هن ننڍپڻ جي پريتم کي ڀاڪر پاتو ۽ ڀکشوءَ جو جامو پهريو.

سڌارٿ پنهنجي خيال ۾ مگهن، باغيچي اندر پسار ڪرڻ لڳو.

اُتي هوُ گوتم، سريشٽ پُرش، سان گڏيو ۽ سندس نمرتا سان آدرستڪار ڪيائين ۽ ٻُڌَ جو چهرو اهڙو تہ ديا ۽ شانتيءَ سان پرپور هو جو هن نوجوان جرئت ڌاري، ساڻس ڳالهائڻ جي آگيا گهري. چپ چاپ سريشٽ پرش کيس اِشاري ۾ گهربل آگيا ڏني.

سڌارٿ چيو: ”اي سريشٽ پرش، ڪالهہ مونکي اوهان جي اُدپيت اُپديش ٻڌڻ جو آنند پراپت ٿيو. آءٌ پري کان پنهنجي پريتم سان گڏ اوهان جي سکيا ٻڌڻ لاءِ آيو هوس ۽ هاڻ منهنجو پريتم اوهان سان رهندو ۽ هن اوهانجي چرنن ۾ سر جهڪايو آهي. پر مان پنهنجي ياترا نئين سر ٿو جاري رکان.“

”جا تنهنجي اِڇا“، سريشٽ پرش ميناج سان چيو.

”منهنجي بات چيت شايد حد کان ٻاهر جرئت ڀري هجي“، سڌارٿ وڌيڪ چيو، ”پر منهنجي مرضي نہ آهي تہ آءٌ پنهنجا

ويچار سچائيءَ سان ظاهر ڪرڻ بنا اوهان وٽان روانو ٿي وڃان.
سريشٽ پرش جن مونکي ڪجهه وڏيڪ وقت ٻڌندا؟"
چپ چاپ اِشاري ۾ ٻُڌَ ڪيس پنهنجي آڳيا ڏني.

سذارٿ چيو: "اي مهاتما، سڀ کان وڌيڪ هڪ ڳالهه ڪري مون توهان جي سکيا کي ساراهيو آهي. سڀ ڪجهه صاف ۽ ثابت ڪيل آهي. اوهان ڏيکاريو آهي تہ سرشٽي آهي ـ يڪي، اڻ ٽٽل مالها، اناديءِ مالها، جنهن جا ڏاڪا هڪ ٻئي ۾ ڪارڻ ۽ نتيجي جي ڌاڳي سان ٻاڌڻ ۾ پوتا پيا آهن. اهڙي چٽائيءَ سان ڪڏهن بہ ڪنهن اِها ڳالهہ پيش نہ ڪئي آهي ۽ نہ وري ڪنهن اهڙي لاجواب نموني ۾ پرماڻ ڏنو آهي. ضرور هر ڪنهن برهمڻ جي دل وڌيڪ تڪڙي دڪ دڪ ڪندي جڏهن هو سرشٽيءَ کي توهانجي سکيا پٽاندر ڏسندو تہ اها آهي بلڪل ميل جول واري، سنئين سڌي، بنا خال، بلوري شيشي جهڙي صاف ۽ چمڪندڙ، نہ پرالبڌ تي ياريندڙ، نڪي ديوتائن تي آڌار رکندڙ. اها نيڪ آهي يا بد، جيوت پنهنجي ليکي دک آهي يا سک، بي بقا آهي يا نہ ـ شايد ائين هجي اِها ڪا مکيہ ڳالهہ ڪانہ آهي ـ پر سرشٽيءَ جي ايڪتا، گهٽنائن جو سنبند ۽ ميل جول، وڏي ۽ ننڍي جو ساڳيءَ نهر مان اُڀرڻ، ساڳئي ڪارڻ جي نيم منجهان، جنم ۽ مرڻ جي نيم منجهان: اِهو صاف پيو چمڪي اوهانجي اوچ سکيائن منجهان، اي سريشٽ پرش. پر اوهانجي سکيا پٽاندر، سپني وسـتـن جو ميلاپ ۽ سڌو نتيجو، هڪ هنڌ ٽٽي ٿو پوي. هڪڙي ننڍڙي خال منجهان، هن ايڪتا جي سنسار منجهه ڪجهه عجيب، ڪجهه نئون، ڪجهه جو اڳي اُتي نہ هو، ۽ جنهنکي ظاهر يا ثابت ڪري نٿو سگهجي، وَهي ٿو اچي: اهو آهي اوهانجو دنيا کان نياري رهڻ جو مت، مڪتيءَ وارو مت. انهيءَ ننڍي خال ڪري، انهيءَ قوت سببان، اناديءِ

۽ هڪ سرشٽيءَ وارو نيم وري ٽٽي تو پوي. مونکي ڪميا ڪجو، جيڪڏهن آءٌ هي متيبد اُتاريان."

گوتم چپ چاپ، بنا چرپر جي، ٻڌي رهيو هو. ۽ هاڻ پورن پرش ديالو، سباجهي ۽ صاف آواز ۾ چوڻ لڳو: "تو اُپديش چڱيءَ طرح ٻڌو آهي، اي برهمڻ پتر، ۽ تو جس لهڻو جو تو اُن تي ايترو ڳُوڙهو ويچار ڪيو آهي. تو منجهس نقص ڏٺو آهي. تون وري به ان تي چڱيءَ طرح ويچار ڪر. آءٌ توکي خبردار ڪندس، تہ تون آهين ودياجو ڪانکي، سو راين جي جهڙ جهنگہ ۾، اکرن جي جهڳڙي ۾ نہ اڙجانءِ. راين کي ڪا معنيٰ نہي ڪانهي؛ اهي سهڻا هجن ڪي گندا، سيا ڻا هجن ڪي ايا ڻا، ڪو بہ اهي سٽيڪار يا رد ڪري سگهي ٿو. سکيا جا تو ٻڌي آهي سو ڪو مهنجو رايو ڪونہ آهي، ۽ انهيءَ جي مراد يا اُديش اهو ڪونہ آهي تہ جيڪي وديا جا پياسي آهن تن کي سرشٽيءَ جي سمجهاڻي ڏجي. انجو اُديش بنهہ نيارو آهي؛ انجو اُديش آهي دک، ڪشت کان ڇوٽڪارو پائڻ؛ اهو ئي آهي جو گوتم سيکاري ٿو، ٻيو ڪجهہ بہ نہ."

"اي سريشٽ پرش، مون سان رنج نہ ٿجو"، نوجوان چيو. "مون هيءَ بات چيت اوهان سان اکرن بابت جهڳڙي ڪرڻ لاءِ ڪانہ ڇيڙي آهي. توهين برابر آهيو، جڏهن فرمايو ٿا تہ راين کي ڪا معنيٰ نہ آهي، پر آءٌ هڪ ڳالهہ وڌيڪ چوڻ چاهيان ٿو. مون هڪ ڪن ماتر بہ اوهان ۾ گمان ڪونہ آندو آهي. مونکي رتيءَ ماتر بہ شڪ نہ آهي تہ توهين ٻُڌ آهيو، اوهين انهيءَ اوچ منزل تي پهتا آهيو، جنهن کي پهچڻ لاءِ هزارين برهمڻ ۽ برهمڻن جا پتر يتن پيا ڪن. اوهين منزل تي رسيل آهيو پنهنجي اُدم سان، پنهنجيءَ ئي وات سان، ويچار دوارن، ڌيان دوارن، وديا دوارن، گيان دوارن. اوهان ڪو سکيائن يا اُپديشن مان ڪونہ پرايو آهي، ۽ انهيءَ ڪري ئي آءٌ ڀانيان

تو، اي سريشٽ پرش، تہ ڪوبہ سکيا يا اُپديشن دوارا مکتي حاصل نٿو ڪري سگهي. ڪنهن کي بہ اوهين اگرن ۾ يا سکيائن رستي اُهو بڌائي نٿا سگهو، جيڪي اوهان روشنيءَ ملڻ، گيان حاصل ٿيڻ وقت اُنڀؤ ڪيو. ٻگوان ٻڌ جي سکيائن ۾ گهڻو ئي ڪجهہ سمايل آهي، اُهي گهڻو ئي ڪجهہ سيکارن ٿيون - ڪئن پنهنجو جيون گهارجي، ڪئن پاپ کان پري رهجي. پر هڪڙي ڳالهہ آهي جا هن صاف، سندر ۽ يوگيہ سکيا ۾ سمايل ڪانہ آهي؛ هن ۾ جيڪي کي سريشٽ پرش، سون هزارن منجهہ هن هڪڙي ئي پاڻ، اُنڀؤ ڪيو، تنهنجو راز، تنهنجو گجهہ سمايل نہ آهي. اِهوئي آهي جو مونکي ويچار ۾ آيو ۽ جو مون اُنڀؤ ڪيو جڏهن مون اوهان جو اُپديش ٻڌو. اِهوئي ڪارڻ آهي جو آءٌ پنهنجو رستو وٺڻ تو چاهيان - نہ ڪنهن ٻئي يا بهتر متي جي کوج ۾، ڇاڪاڻ تہ مونکي سڌ آهي تہ کو بيو آهي ئي ڪونہ، پر سيني متن ۽ سيني آچارين کي ڇڏي، ترڪ ڪري، پنهنجي اُڪيلي راهہ وٺي منزل تي رسان - يا مران. پر هيءُ ڏهاڙو مان اُڪثر ياد ڪندس، اي سريشٽ پرش، ۽ هيءَ گهڙي، جڏهن منهنجن نيترن هڪ پورڻ پرش جو درشن ڪيو."

ٻڌ جون اکيون هيٺ هيون، سندس اُگم چهري مان پورڻ شانتي پئي پرڪاش ٿي.

"آءٌ اميد ٿو ڪريان تہ تون پنهنجن دليلن ۾ ڀليل نہ آهين"، سريشٽ پرش آهستگيءَ سان چيو. شل تون پنهنجو اُديش پراپت ڪرين! پر تون مونکي ٻڌاءِ تہ تو منهنجن ڀکشن، منهنجن ياترن جي سنگت ڏٺي آهي، جن منهنجي سکيائن جي اوٽ ورتي آهي؟ تون ڀانئين ٿو، اي دُور کان آيل سنياسي، تہ هنن سيني لاءِ ائين بهتر ٿيندو جو منهنجي سکيائن کي ڇڏي ڏيئين ۽ وري وڃي دنيوي جيون ۽ ترشنائن ۾ پون؟"

”اِهو ويچار تہ مونکي آيو ئي ڪونہ“، سڌارٿ پڪاريو.
”شل هو انهن سکيائن جي پيروي ڪن! شل هو پنهنجي منزل
تي رسن! منهنجو ڪم نہ آهي ٻين جي جيون تي فتوا ڏيڻ.
مونکي پاڻ لاءِ ئي فيصلو ڪرڻو آهي. مونکي پنهنجي سر ئي
پسند ۽ رد ڪرڻو آهي. اسان سنياسين کي 'پاڻ' کان ڇوٽڪارو
پائڻو آهي، اي سريشٽ پرش. آءٌ جيڪڏهين اوهانجي
پوئلڳن مان هڪ هجان ها تہ مونکي ڊپ آهي، جو فقط اُتردي
نموني ئي هجان ها ۽ پاڻکي پيونگيان ها تہ مون شانتي حاصل
ڪئي آهي ۽ مڪتي پاتي آهي، پر سچ پچ تہ آپو پيو وڌي
ها ڇاڪاڻ تہ اُهو اوهان جي سکيائن جو روپ اختيار ڪري
ها ۽ منهنجو اوهان لاءِ ۽ ڀڪشن جي سنگہ لاءِ جو پريم ۽ وفاداري
هجي ها تنهنجي صورت وٺي بيهي ها.“

ٻُڌ وڏيءَ مشڪ سان، اَچل چمڪ ۽ مترتا سان، ٻُڌَ هن
ڌارئي پرش ڏانهن ٽڪ ٽڪ نهاريو ۽ ٻنا ڪنهن خاص ظاهري
اِشاري جي کيس رخصت ڏنائين.

”تون سياڻو آهين، اي سنياسي“، سريشٽ پرش چيو،
”توکي سڌ آهي تہ ڪئن چترائيءَ سان ڳالهائجي، منهنجا مترَ
تمام گهڻي چترائيءَ کان ڀيري سڄاڳہ رهج.“

ٻُڌ هليو ويو ۽ سندس چهرو ۽ اَڌوڙي مرڪ سڌارٿ جي
ذهن تي هميشہ لاءِ ڄمي ويا. مون ڪڏهن بہ اهڙو اِنسان
ڪونہ ڏٺو آهي جو اهڙيءَ طرح نهاري، مشڪي، وهي ۽
هلي، هن ويچاريو. آءٌ چاهيان ٿو تہ آءٌ پڻ هن وانگر نهاريان
۽ مشڪان، وهان ۽ هلان، اهڙو آزاد، اهڙو يوگيہ، اهڙو ضابطي
وارو، اهڙو نرمل هرديہ، اهڙو ٻالڪ مثل، اهڙو راز ڀريل. ڪوبہ
منش اهڙيءَ طرح نهاريندو ۽ هلندو صرف تڏهن، جڏهن
هن 'پاڻ' تي جيت پاتي آهي. آءٌ پڻ 'پاڻ' تي جيت پائيندس.

مون هڪ پرش ڏنو آهي، صرف هڪ پرش، سڌارٿ ويچاريو، جنهن اڳيان مونکي نيڻ هيٺ ڪرڻ گهرجن. آءٌ ڪنهن ٻي اڳيان نيڻ هيٺ نه ڪندس. ڪي ٻيون سکيائون مونکي ڇڪي نه سگهنديون، جنهن صورت ۾ هن پرش جون سکيائون ئي مونکي ڇڪي ڪين سگهيون آهن.

بُڌَ مونکي ڦريو آهي، سڌارٿ ويچاريو. هن مونکي ڦريو آهي پر تڏهن به هن ڪجهه وڌيڪ امولڪ مونکي ڏنو آهي. هن مونکان منهنجو پريتم کسيو آهي جنهن جو مون ۾ ويسهه هو، جو هاڻي هن ۾ ويسهه رکي ٿو؛ هو منهنجو پاڇو هو، هاڻي گوتم جو پاڇو آهي. پر موٽ ۾ ڏنو اٿس مونکي، سڌارٿ، مان پاڻ.

# جاڳرتا

جڏهن سڌارٿ باغيچي مان روانو ٿيو جنهن ۾ ٻُڍُ، ٻوڙن
ٻرش، ڇڏيائين، جنهن ۾ گووند ڇڏيائين، تڏهن هو انڀوءُ ڪرڻ
لڳو ته هو پنهنجي اڳوڻي جيون پڻ اُنهي باغيچي ۾ ڇڏي
رهيو هو. جڏهن هو آهستي آهستي وات وٺيو پي ويو تڏهن سندس
دماغ ۾ اهوئي خيال وسي رهيو هو. هو ڳوڙهو ويچار ڪرڻ لڳو،
جيستائين هي ڀاؤ مٿس غالب پئجي ويو ۽ وڃي اُنهيءَ منزل تي
پهتو جتي هن ڪارڻن کي مڃيو؛ ڇاڪاڻ ته ڪارڻن کي مڃڻ،
کيس ڏسڻ ۾ آيو، آهي ويچار شڪتي ڪم آڻڻ، ۽ ويچار منجهان
جي احساس، ڀاوَ اُهي ٿين ٿا، سي گيان جي صورت وٺن ٿا ۽
نشٽ نٿا ٿين، پر حقيقت جي روپ ۾ رچي راس ٿا ٿين.

سڌارٿ جڏهن پنهنجو رستو وٺيو پي ويو تڏهن ڌيان ۾ مگن
هئو؛ هو محسوس ڪرڻ لڳو ته هو هاڻي ننڍڙو ڪونه هو؛
هو وڏي وڏو ٿيو هو. هو محسوس ڪرڻ لڳو ته ڪا وستو
مٽجي ڪائونس الڳ ٿي هئي، جڏهن نانگ پنهنجي جهوني
کل لاهي ڦٽي ڪندو آهي. ڪانه ڪا وستو هاڻي منجهس
ڪانه هئي جا ننڍپڻ جي وقت ۾ ساندهه سندس ساٿڻ هئي
۽ سندس جزو هئي؛ اها هئي آچاريه رکڻ ۽ انهن جي سکيا
ٻڌڻ جي سندس منشا. هو آخرين آچاريه کي به ڇڏي
چڪو هو جنهن سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي هئي-
اُوچن ۾ اوچ ۽ گيانين ۾ گياني آچاريه، ٻوڌن ۾ ٻوڌ، ٻُڌ.
کيس هن سان به الوداع ڪرڻي ٿي پئي؛ هو سندس سکيا

سويڪار نہ ڪري پئي سگهيو.

ڏيري ڏيري هيءُ خيال پچائيندڙ، پنهنجي وات وڌيو پئي ويو ۽ پاڻ کان پي پڇيائين: تو سکيائن ۽ آچارين کان ڄاڻ پرائڻ گهريو، ۽ جيتوڻيڪ انهن لوڪي گهڻوئي ڪجهه سيکاريو، تنهن هوندي بہ کهڙي ڳالهہ هئي جا هو لوڪي سيکاري نہ سگهيا؟ ۽ هن سوچيو اهو هو 'پاڻ' جنهن جي سڃاڻ ۽ چرتر کان مون پاڻکي واقف ڪرڻ ٿي گهريو. منهنجي چاهنا هئي تہ انهي 'پاڻ' کان پنهنجي جند آزاد ڪريان، انتي سوڀ پايان پر انڪي پنهنجي وس ڪري نہ سگهيس، آءٌ صرف انڪي ٺڳي ٿي سگهيس، صرف انڪان ڀڄي ٿي سگهيس، صرف انڪان لڪي ٿي سگهيس. سچ پچ ڪنهن بہ ڳالهہ دنيا اندر منهنجي من کي ايترو مگهن نہ رکيو آهي جيترو 'پاڻ'، انهي پرولي، انهيءَ ڳجهارت، تہ آءٌ زنده آهيان، آءٌ هڪ ٿي آهيان ۽ هرڪنهن بئي کان الڳ ۽ نرالو آهيان، آءٌ سڌارت آهيان، ۽ دنيا ۾ ڪا بہ اهڙي چيز ڪانهي جنهن بابت ايتري گهٽ ڄاڻ اٿم جيتري پنهنجي پاڻ بابت، سڌارت بابت.

ڏيري ڏيري هيءُ ٻور پچائيندڙ جئن پنهنجي وات وڌيو پئي ويو تئن اوچتو بيهجي ويو، انهيءَ ٿي خيال ۾ جڪڙيل، جنهن مان هڪدم ٻيو خيال، ٻيو ويچار جاڳي اٿيو، ڦٽي نڪتو. اهو هي هو تہ جنهن ڪارڻ مونکي پاڻ بابت ڪا بہ ڄاڻ نہ آهي، جنهن سبب سڌارت پاڻکان ڌاريو ۽ غير واقف، اڄاڻ ٿي رهيو آهي، سو صرف هڪ ڳالهہ، صرف هڪ ٿي ڳالهہ ڪري تہ آءٌ پاڻکان پئي ڊنو آهيان، آءٌ پاڻکان پي ڀڳو آهيان. مون پئي ڳوليو برهم، آتما، مون پئي چاهيو 'پاڻ' نابود ڪرڻ، نشٽ ڪرڻ، 'پاڻ' کان پڇي ڇٽڻ، انهيءَ لاءِ تہ اڻلڪ انتر منجهہ ڳولهي لهان، مول وستو، آتما، شڪتي، ايشور، پار برهم. پر ائين ڪرڻ سان وات تي ٿي آءٌ پاڻکي وڃائي ويٺس.

سدارت مٿي ڪند ڪنيو، چوڌاري نهاريو، مرڪ سندس منهن تي رڙهي آئي ۽ هڪ لمبي سپني منجهان جاڳرتا جو زوردار اُمنگ سندس سرير اندر ڦهلجي ويو. هڪدم هووري پند پيو، تڪڙو، اهڙي آدميءَ مثل جنهن کي ڄاڻ آهي ته کيس ڇا ڪرڻو آهي.

هاڻي هن اولهو ساهه کڻي سوچيو، آءٌ سدارت ڪان پڇي وڃڻ جو وڌيڪ اُدم ڪونه ڪندس. وڌيڪ وقت آتما جي يا دنيوي دکن جي خيالن ۽ ويچارن ۾ ڪونه گهاريندس. آءٌ هاڻ وڌيڪ پاڻکي ٽڪر ٽڪر ۽ نشٽ ڪونه ڪندس انهيءَ لاءِ ته نشٽ ٿيل جيون پنيان جو راز آهي سو ڳولهي لهان. آءٌ يوگ-وِيد، آٿر-ويد يا سنياسپڻي يا ڪن ٻين مٿن ۽ سکيائن جو وڌيڪ اڀياس ڪونه ڪندس. آءٌ پنهنجو پاڻ ڪان سکندس، پاڻ پنهنجو شاگرد بڻبس، سدارت جو راز پنهنجو پاڻ منجهان پروڙيندس.

هن پنهنجي چوگرد نهاريو جڻ ته دنيا کي هو پهريون ئي دفع جاچي رهيو هو. دنيا هن کي هاڻ سندر، رومانڪ ۽ راز ڀري ڏسڻ ۾ آئي. هتي هٿو نيلو، هتي هٿو پيلو، هتي هٿو سائو، آسمان ۽ درياهه، ٻيلا ۽ پهاڙ، سڀ سوينيڪ، سڀ ڳجهارت ڀريل ۽ من موهيندڙ، ۽ انهن جي وچ ۾ هٿو سدارت، جاڳرت ٿيل، هاڻ پاڻ ڏانهن ويندڙ ٻيڙي تي. سڀ هيءُ، سڀ پيلا ۽ نيلا، درياهه ۽ ٻيلا، سدارت جي نيترن اڳيان پهريون ئي دفع ڦريا. هيءُ ڪو جادوگر جو کيل ڪونه هو، مايا جو پڙدو ڪونه هو، هيءُ ڪو بنا ارٿ ڪونه هو ۽ نه وري جڳت جي پسارن جي هيءُ اچانڪ رنگبرنگي ساز هو جنهن کي گيانوان برهمڻ نفرت جي نگاهه سان ٿي ڏٺو ۽ جن آتما ۾ لنئڻ ٿيڻ لاءِ پريتن ٿي ڪيو. ندي ندي هئي، ۽ جيڪڏهن ايڪاونڪار ۽ پار برهم جو سدارت ۾ وياپڪ هو، سوئي نيلي

آسمان ۾ ندي، ۽ ٻه گپت سمايل آهن ته اِها ٽي ايشوري ڪلا ۽ رتا آهي ته پيلو ۽ نيلو ٻئي هجن، هتي پيلو هجي ۽ هتي سڌارت هجي. هي ايشوري رتا ۽ حقيقت وستن پنيان لڪل ڇپل ڪونه آهن، اهي انهن ۾ سمايل آهن ۽ سڀني ۾ ڦهليل آهن.

ٽڪرو پند ڪندي، سڌارت سوچيو ته آءٌ ڪهڙو نه ٻوڙو ۽ مورک ٿي رهيو آهيان. جيڪڏهن ڪو ٻه منش ڪنهن ٻه ڳالهه جو اڀياس ڪرڻ ٿو چاهي ۽ هو پڙهي ٿو ته هو اکرن ۽ ٻيهڪ جي نشانين کان ڪونه منهن موڙيندو، انهن کي مايا، اتفاق ۽ نڪما ڪوڏ ڪري ڪونه سمجهندو، پر هو اکر اکر ڪري پڙهي ٿو، اڀياس ڪري ٿو ۽ انهن کي پيار ڪري ٿو. پر آءٌ جنهن سرشٽيءَ جو پستڪ پڙهڻ ٿي چاهيو، پنهنجي سڀاءَ جو پستڪ واچڻ ٿي چاهيو، تنهن ان جي اکرن ۽ نشانين کي ڌڪارڻ ٿي گهريو. مون جڳت جي جوڙ ۽ جنسار کي مايا ڪري ٿي سمجهو. مون پنهنجن اکين ۽ جيڀ کي صرف اچانڪ رچنا ڪري ٿي سمجهي. هاڻ اهو کيل ختم ٿي چڪو، آءٌ جاڳيو آهيان. آءٌ سچ پچ سجاڳ ٿيو آهيان ۽ صرف اڄ ئي جنم ورتو اٿم.

پر جڏهن هي ويچار سڌارت جي دماغ منجهان لنگهيا پئي تڏهن اوچتو هو چپ چاپ بيهجي ويو جڻ ته ڪو سپ سندس راهه روڪي وينو هو.

پوءِ اچانڪ هيءَ ڳالهه کيس صاف ڏسڻ ۾ آئي: آءٌ جو آهيان انهي آدميءَ مثل جو جاڳرت ٿيو آهي ۽ نئين سر جنميو آهي، تنهنکي صفا نئين سر پنهنجي زندگيءَ جو آرنڀ ڪرڻ گهرجي. جڏهن اُن صبوح جو هو جيتاون ڇڏيو هو، سريشٽ پرش جي رهڻ وارو باغيچو، اڳيئي جاڳرت ٿيل، اڳيئي پاڻ ڏانهن واٽ وٺندي، تڏهن سندس اراده ۽ هو ۽ کيس اهوئي سياويڪ طريقو نظر آيو، سنياسپڻي جي هيترن سالن

متي ٻيءَ سٽ ۾ 'هتي پيلو هجي' لاءِ پڙهو: 'هتي آسمان ۽ پيلو هجن'

کان پوءِ پنهنجي گهر ڏانهن، پنهنجي پتا ڏانهن واپس ورڻ. پر هاڻ انهيءَ گهڙيءَ اندر، جڏهن هو چپ چاپ ويٺو هو، جڻ تہ سڀ سندس راهہ روڪي بيٺو هو، هي ويچار پڻ سندس دماغ ۾ آيو: جيڪي آءٌ هوس سو هاڻ نہ آهيان، آءٌ هاڻ سنياسي ڪونہ آهيان، نہ پنڊت، نہ پوڄاري، نہ برهمڻ. انهيءَ حالت ۾ آءٌ گهر ۾ پتا وٽ وڃي ڇا ڪندس؟ اڀياس ڪرڻ؟ پيتائون چاڙهڻ؟ ڌيان لڳائڻ؟ اهو هاڻ سڀ مون لاءِ ختم ٿي چڪو.

سڌارٿ چپ چاپ ويٺو رهيو ۽ گهڙيءَ ڪن لاءِ سيات ۾ اچي ويو. اندر منجهہ هو هڪ ننڍڙي جيوَ، پکيءَ يا سهي جيان ڏڪڻ لڳو، جڏهن هن انيؤ ڪيو تہ مان ڪيترو قدر نہ هيڪلو آهيان. هو سالن جا سال بنا گهر ٺڙ رهيو هو، پر ڪڏهن بہ پاڻکي اهڙو اڪيلو نہ سمجهيو هوائين. هاڻي هو هيڪلائي محسوس ڪرڻ لڳو. اڳي جڏهن اونهي ڌيان ۾ رهندو هو، تڏهن بہ هو پنهنجي پتا جو پٽر هو، اوچ پدويءَ وارو برهمڻ هو، ڌرمشت پرش هو. هاڻ هو صرف سڌارٿ هو، جاڳرت ٿيل؛ ٻيو ڪجهہ نہ. هن جو ساس ٽڪڙو ڪجهڻ لڳو ۽ هڪ ڪن تہ ڏڪي ويو. دنيا اندر ڪو بہ اهڙو اڪيلو نہ هو جهڙو هيءُ. نہ اميري ڪٽنب جو ڀاتي هو؛ نہ ڪمي ڪاسبي، ڪنهن جماعت سان ڳنڍيل، جتي وڃي پناهہ وٺي، ان جي زندگاني ۽ واد وواد ۾ ڀاڱہ وٺي. نہ هو برهمڻ هو جو برهمڻن جي زندگيءَ ۾ ڀرو وٺي، نہ سنياسي هو جو سنياسين جو ٿي رهي. بن ۾ ايڪانت واسي ڀڪشوي بہ اهڙو اڪيلو ۽ الڳ نہ هو؛ اهو بہ ڪن منشن جي گروهہ سان ڳنڍيل هو. گووند ڀڪشو ٿيو هو ۽ هزارين ڀڪشو سندس ڀائي هئا، جن ساڳيو جبو ٿي پهريو، ساڳيا سڌانت ٿي مڃيا، ساڳي ٻولي ٿي ٻوليائون. پر هيءُ سڌارٿ، ڪهڙيءَ قطار ۾ هو؟ ڪنهن

جي زندگيءَ ۾ پاڻي پائي هو؟ ڪنهن جي بولي تي ٻولياائين؟

اهڙي وقت جڏهن سندس ڇوڪري دنيا ڪسڪندي تي ويئي، جڏهن آسمان منجهه هڪ ٽيڙوءَ مثل اڪيلوئي رهيو، تڏهن نراسائيءَ ۽ نا اميديءَ جو سياٽو به مٿس غالب پئجي ويو، پر هاڻ هو هميشه ڪان وڏيڪ اِستر نموني ۾ پنهنجو پاڻ هو. اها هئي سندس جاڳرتا جي آخرين ڏڪڻي، جمڻ جا آخرين سور.

هڪدم هووري اڳتي هلڻ لڳو تڪڙو ۽ اُتاولو، نه هاڻ گهر ڏانهن، نه هاڻ پٺتا ڏانهن، ۽ نه وري هاڻ ڪو پوئتي ئي نهاريائين.

# ڪملا

سدارٿ پنهنجي مارڳ جي قدم قدم تي ڪجهه نه ڪجهه نئون سکي رهيو هو ڇاڪاڻ ته هن لاءِ دنيا بدلجي پيئي هئي ۽ هن کي اُتي آنند اچي رهيو هو. هن ڏٺو سورج کي جهنگل ۽ پهاڙن مٿان چڙهندو ۽ ڏوراهين ڪجين واري ساموندي ڪناري تي ٻُڏبي هٺندو. هن ڏٺو رات جو آسمان منجهه تارن کي ۽ ڏاٽي جي شڪل جهڙي چندرما کي آسمان جي نيلاڻ ۾ ڪِشتيءَ جيان ترندو. هن ڏٺا وڻ، تارا، پسون، بادل، انڊلٺيون، ٽڪريون، گل ڦل، ڪانا، نهرون ۽ نديون، پرڀات ويلي ٻوٽن تي ماڪ جا چمڪندڙ ڦڙا، دُور اوُچا پربت نيلا ۽ زردا، پکين پئي مٺي لات لنئين، ماکيءَ جي مکين پئي ڀُون ڀُون ڪئي، سارين جي کيتن مٿان جهيڻي هير پئي لڳي. هيءُ سارو نظارو رنگين ۽ ڀِن ڀِن روپن منجهه، سدائين اُتي هو. سورج ۽ چندرما سدائين پئي چمڪيا، نديون ۽ تارا سدائين پئي وهيا ۽ مکين به سدائين ڀون ڀون پئي ڪئي؛ پر اڳي هي سڀ ڪجهه سدارٿ لاءِ ڪي ڪين هو، سواءِ هڪ ڪرڻ پينگ، مايا روپي پردي جي، جنهن تي وشواس نه هو، جنهن کي پنهنجن وچارن کان ٻاهر ڪڍڻو ٿي هو، ڇاڪاڻ ته اُهو ستيه نه هو، ڇاڪاڻ ته ستيه، جيڪي اکين پسيو ٿي تنهنجي ٿي هُن پرِ هو. پر هاڻ سندس نيتر پردي جي هِن پاسي ٽڙي پيا؛ جيڪي ظاهر هو سو هن ڏٺو ۽ سڃاتو ۽ هو سنسار اندر پنهنجو آستان ڳولڻ لڳو.

هن سنبه جي ته ڳولها نٿي ڪٿي؛ سندس منزل ڪنهن ٻيءَ
پر ڪانه هئي. سنسار کي جڏهن هنَ ريت ڏٺائين تي ته
کيس سندر پئي ڀاسيو - پاڻمرادو، بنهه ساڌارڻ، بنهه ٻار
جيان نردوش. چندرما ۽ تارا هئا سندر، نهر، ساموندي
ڪپر، ٻيلو ۽ ٽڪر، ٻڪري، سونهري ٽنڊڻي، ڦول ۽ پتنگ
هئا سندر. هن ريت سمجهيائين ته سرشٽيءَ اندر گذارو سندر
۽ موهيندڙ ٿيندو، اهڙو نردوش، اهڙو جاڳرت ٿيل، جيڪي
اکين آڏو تنهن سان ئي پريوجن رکندڙ، بنا ڪنهن بدگمان
جي. ڪٿي سورج تيز پئي ٻريو، ڪٿي ٻيلي جي جانوري ۾
ٽڏي هير پئي لڳي؛ ڪٿي ڪدو پوکيل هئا ته ڪٿي ڪيلا.
ڏينهن ۽ راتيون نديون هيون، هرهڪ گهڙي سمنڊ تي ڪنهن
گنبج پرئي، موج پرئي جهاز جي سڙهه جيان ٽڪري ٽڪري
هلندي تي ويئي. گهاٽن ٻيلن اندر سڌارت پولڙن جي ٽولي
کي وڻن جي ٽارين ۾ متي ٽپندو ڪڏندو ڏٺو، کين شوق
منجهان ڪوڪون ڪندو ٻڌائين. سڌارت هڪ گهيٽي کي
رڍ جي پوئتان ڀوندو ۽ ميلاپ ڪندو ڏٺو. ٻوٽن سان ڀريل
پڻيل ۾ مڇ کي شام جي ٻک وچان شڪار پوئتان ڀوندو ڏٺائين.
نندين مڇين جا ميڙاڪا ڦٽڪندا ۽ چمڪندا، ڌپ وچان ڪاڻونس
پڄندا تي ويا. هن جوشيلي پيڇي ڪندڙ مڇ جي تيز رفتار
۾ جي پاڻي جا چڪر پئي نهيا تن ۾ سندس سگهه ۽ ترشنا پئي
پرڪاش ٿي.

هي سڀ پسارو اڳيئي موجود هو پر هن اڳي ڪڏهن اکئين
نه ڏٺو هو. جڻ ته هو اُتي هوندو ئي ڪونه هو. هاڻ هوُ وٽن
حاضر هو، سندن ئي هو. پنهنجن نيترن دواران هو هاڻ
روشني ۽ ڇايا ڏسڻ لڳو؛ من اندر چندرما ۽ تارن جو ديدار
ڪرڻ لڳو.

رستي تي سڌارت اهي سڀ ڳالهيون ياد ڪيون جن

جو ڪيس جيتاون جي باغيچي ۾ آڻيو ويو هو- سکيائون جي هن پوٽو ٻُڌَ جي واتان ٻڌيون هيون، گووند کان موڪلاڻي، سريشٽ پرش سان بات چيت. ڪيس اکر اکر ياد هو جو هن سريشٽ پرش کي چيو هو، ۽ عجب پئي لڳس ته هن اهڙيون ڳالهيون چيون هيون جن جي سچ پچ ڪيس انهيءَ وقت ڄاڻ ڪانه هئي. هن ٻُڌَ کي جيڪي چيو هو- ٻُڌ جو گيان ۽ راز سيکارڻ کان ٻاهر هو، نڪو اُنجو اظهار ٿي ٿي سگهيو، نڪو اُنجي ڏي وٺ ٿي ٿي سگهي - ۽ جو ڪيس سنڌس جوت پراپت ٿيڻ جي سمي ۾ اَنڀؤ ٿيو هو. سڌارٿ هاڻ اهو ئي اَنڀؤ ڪرڻ نڪتو هو ۽ جنهنجو آزمودو وٺڻ هاڻ شروع ڪيو هئائين. ڪيس اهو ئي ويچار هو ته اهو اَنڀؤ پنهنجو پاڻ ڪرڻ گهرجي. ڪيس گهڻي سمي کان اها ڄاڻ هئي ته هوُ 'پاڻ' هو آتما، اَنادي ۽ اَننت برهم سمان، پر هن سچ پچ پنهنجو 'پاڻ' ڳولي ڪونه لڌو هو، ڇاڪاڻ ته هن آتما کي صرف خيالن جي ڄار ۾ ڦاسائڻ ٿي گهريو. سرير 'پاڻ'، آتما ٻنهه نه هو، نه وري اِندرين جو کيل، نه خيال، نه ٻوجهه، ۽ نه وري پرايل سياڻپ يا ڪلا جنهن سان نشچيه ڪجي ۽ نه اڳيئي پرايل ويچار جن مان نوان ويچار اُپجن ٿا سي ڪو 'پاڻ' هئا، آتما هئا. نه، هيءَ خيال جي دنيا اَجا هِنَ پار ئي هئي ۽ اُها ڪنهن به منزل تي ڪين نيئي ٿي سگهي جيڪڏهن عارضي 'پاڻ'جا حواس ناس ڪري ڇڏبا ۽ اُنکي صرف ويچارن ۽ وديا جو پيو ڪاڄ ڏبو. ويچار ۽ حواس ٻئي عمديون وستوُ آهن، انهن ٻنهي جي پٺ ۾ آهي گپت آخرين اَرٿ؛ يوگيه ته ائين آهي ته انهن ٻنهي کي ٻُڌجي، ٻنهي سان کيلجي، نه ٻنهي مان ڪنهن کي ڌڪارجي، نه ڪنهن جو به ملهه اَجايو وڌائجي، پر اُنهن ٻنهي آوازن کي چڱيءَ ريت ڪَنُ لائي ٻڌجي. هوُ رڳو انهيءَ لاءِ اُئي اُدم ڪندو جنهن لاءِ سنڌس اَندريون آواز ڪيس حڪم ڪندو، ڪٿي به نه ترسندو

سواءِ اُتي جتي اُهو آواز کيس ٻيهار ٻڌندو. ڇو گوتم هڪ لڳا ٻڙ جي وڻ هيٺان وڃي وينو پنهنجي انهيءَ مها سمي منجهه جڏهن کيس روشني ملي - گيان پراپت ٿيو؟ هن آواز ٻڌو هو، پنهنجي هردي اندر آواز، جنهن کيس انهيءَ برڇ هيٺان شانتي پراپت ڪرڻ جي هدايت ڪئي ۽ هن ڪڏهن به سرير کي ڪشٽ ڏيڻ، پاٺ پوڄا ڪرڻ، اشنان پاڻي ڪرڻ، کائڻ يا پيئڻ، ننڊ ڪرڻ يا خواب لهڻ وارو رستو اختيار ڪونه ڪيو هو، هن آواز کي ڪَنُ ڏنو هو. ڪو به ٻاهريون حڪم نه مڃڻ، صرف اُهو آواز، تيار رهڻ - اهو نيڪ هو، اهو ضروري هو. ٻيو ڪجهه به اَهم نه هو.

رات جي وچڙي ۾ جڏهن هوُ هڪ پاٽڻيءَ جي ڇني ۾ آرامي ٿيو تڏهن هڪ سپنو ڏٺائين. ڇا ٿو ڏسي ته گووند سندس اڳيان بيٺو آهي، گيڙوءَ رنگ وسترن ۾. گووند اُداس آهي ۽ ڪانئس پڇي رهيو آهي ته ”تون مونکي ڇو ڇڏي وئين؟“ تنهن تي هو گووند کي ڀاڪر ٿو پائي، ٻانهن ڇوڏاري ٿو ورائيس ۽ جئن پاڻ ڏانهن ڇڪي کيس چمي ٿو ڏئي ڏسي ٿو ته هيءَ گووند ته نه آهي، سندس بجاءِ هڪ اِستري آهي ۽ کيس اُن منجهان سوُرج ۽ ٻن جو، پسونءَ ۽ قول جو، هر هڪ ڦل جو، هر هڪ عيش جو سواد اچي رهيو آهي. جڏهن سڌارٿ سجاڳ ٿيو، پيلي ندي انهيءَ ڇني جي ٻنيءَ اڳيان چمڪندي وهي رهي هئي ۽ ٻن ۾ ڇٻري ٻڪيءَ جي گهوُگهوُ زور سان ۽ چٽي ٻڌڻ ۾ پئي آئي.

جئن ڏينهن شروع ٿيو، سڌارٿ پنهنجي مئزبان، پاٽڻيءَ کي ندي پار اُڪارڻ لاءِ چيو. پاٽڻي کيس پنهنجي ٻانس جي ترهي تي پار وٺي ويو. جل جي ڪشادي چادر صبوح جي روشنيءَ ۾ گلابي رنگ جا جهلڪا پئي ڏنا.

”ندي شوڀنيڪ آهي،“ هن پنهنجي ساٿيءَ کي چيو.

”هائو،“ پاڻٽيءَ چيو، ”اُها سنڌر آهي هيءَ ندي. آءٌ کيس سڀ کان وڌيڪ پيار ڪريان ٿو. آءٌ اَڪثر کيس ٻڌندو رهيو آهيان، ڏانهنس نهاريندو رهيو آهيان، ۽ هميشه ڪجهه نه ڪجهه کانئس سکندو ئي رهيو آهيان. نديءَ منجهان گهڻو ئي سکي سگهجي ٿو.“

”مهرباني تنهنجي، نيڪ مرد،“ سڌارٿ چيو، جنهن هن ٻيڙيءَ ۾ پير رکيو. ”مونکي اَرمان آهي جو آءٌ توکي ڪا به پيت ڏيئي نٿو سگهان، نڪي وري پئسا ئي اٿم. مان آهيان بي گهر، هڪ برهمڻ جو پٽر، سنياسي.“

”آءٌ اِها ڳالهه سمجهي سگهيس ٿي،“ پاڻٽيءَ چيو ”۽ مون ڪنهن اُجوري يا پيت جي آس ڪانه ٿي رکي. تون ڪنهن ٻئي وقت مونکي ڏيئي ويندين.“

”تون اِئين وسهين ٿو؟“ سڌارٿ خوش مزاجيءَ ۾ پڇيو.

”اَوس، آءٌ اهو پڻ نديءَ کان سکيو آهيان؛ سڀ ڪجهه واپس ٿو اچي. تون پڻ، سنياسي، موٽي ايندين. هاڻ آسرو ايشور جو، شل تنهنجي مترتا منهنجو اجورو ٿئي! شل تون جڏهين ديوتائن تي ڀيٽا چاڙهين تڏهين مونکي ياد ڪرين!“

مشڪندي، هنن هڪ ٻئي کان موڪلايو. سڌارٿ پاڻٽيءَ جي مترتا جو ڀاؤ ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو. هيءُ گووند وانگيان آهي، هن مرڪندي ويچاريو. جيڪي به مونکي وات تي گڏجن ٿا سي سڀ آهن گووند وانگيان. سڀ آهن احسانمند، جيتوڻيڪ پاڻ ئي آهن ڌنيواد جا لائق. سڀ چڱيءَ ريت پيش پيا اَچن، سڀ منهنجا متر پيا بڻجن، منهنجو چيو مڃڻ پيا چاهين، پنهنجو مغز گهٽ پيا هلائين. ماڻهو آهن ٻار.

منجهند ڌاري هو هڪ ڳوٺ مان اَچي لنگهيو. بار گهٽيءَ منجهه مٽيءَ جي جهوپڙن اڳيان ٽپا ڪڏيا. هنن کدوءَ

جي ڪڪڙين ۽ ڪوڏن سان راند پئي ڪئي. ھن واڪو واڪاڻ لڳائي ڏني ۽ ٻاڻ ۾ ملھ پئي وڙھيا، پر جڏھين ھن عجيب سنياسيءَ کي ڏنائون تڏھين ٻي ھمٿ ٿي اُٿي ڀڳا. ڳوٺ جي ڇيڙي وٽ گس نھر جي ڪناري سان ٿي ويو ۽ اُتي کپر وٽ ھڪ جوان زال نٽڙيل ھٿي ۽ ڪپڙا پئي ڌوئائين. جڏھن سڌارت کيڪاريس تڏھن ھن ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ ڏانھنس نھاري مشڪيو، جنھن ڪري ھوءَ سندس اکين جي چمڪندڙ اُڇاڻ ڏسي سگھيو. ٻاھران ايندڙ مسافرن جي رسم موجب ھن ٻه ڀيرا آسيس ڇٽي ڪاٺونس ڇپيو تھ نگر ڏانھن رستو اُجا ڪيترو دور آھي. انھيءَ تي ھوءَ اُٿي کڙي ٿي ۽ ڏانھنس وڌي آئي، سندس آلا چپ سندس ڳيرو ڇھري تي دلڪش ۽ موھيندڙ نموني ۾ پئي چمڪيا. ٿوري خبرچار جي سانُس ڏي وٽ ڪري ڪاٺونس ڇپيائين تھ "اوھان ھن مھل تائين ڪجھ کاڌو آھي؟ اھو سچ آھي تھ سنياسي ٻن ۾ رات جو اُڪيلا سمھندا آھن ۽ کين ڀاڻ سان اِسترين رھائڻ جي موڪل نھ آھي؟" سندس ڇھري تي مشڪ ھٿي ۽ سندس اُڌ ٻوُريل نيڻن ۾ ترشنا ڀريل ھئي.

سڌارت پڻ ترشنا جي ڪشش معلوم ڪئي پر ھيل تائين جو ڪنھن استريءَ کي ڇھيو به ڪين ھئائين سو ڪن پلڪ ھٻڪيو، جيتوٽيڪ سندس ھٿ ڪيس جھپڻ لاءِ تيار ٻيٺا ھئا. انھيءَ ويل ھن پنھنجي اندر جو آواز ٻڌو، ۽ انھيءَ آواز چيس تھ "نھ!" يڪدم ان جوان استريءَ جي مشڪندڙ ڇھري مان سمورو جادو ڪافور ٿي ويو، ڪامشي ناريءَ جي ترشنا ڀريل نگاھ کان سواءِ ھن ٻيو ڪجھ نھ ڏٺو. ڪوملتا سان ھن سندس ڳل کي ٿپريو ۽ ٻانس جي ٻن ۾ ٽڪڙو نراس ٿيل ناريءَ جي نظر کان غائب ٿي ويو.

انھيءَ ڏينھن سج لٿي کان اڳ ھو نگر منجھ پھتو ۽ پرسن

ٿيو چاڪاڻ تہ منجهس ماٺهن پيڙو رهڻ جي چاهنا هئي. هو گهڻو ئي وقت بنواسي ٿي رهيو هو ۽ پاٽليءَ جي ڪڪائين جهوپڙي جنهن ۾ گذريل رات ڪاٽي هئائين سو پهريون ئي چنو هو جو ڪيس هيڏيءَ وڏيءَ مدت کان پوءِ نصيب ٿيو هو.

شهر کان ٻاهر هڪ سندر بنا لوڙهي باغيچي نزديڪ هن مسافر ڪي نوڪرن ۽ نوڪرياڻين جي ننڍي قطار گڏي جن جي مٿن تي پريل ٽوڪريون رکيل هيون. وچ ۾ چئن ڄڻن جي ڪلهن تي هڪ سينگاريل ڏولي هئي جنهن ۾ رنگارنگي چنڊي هيٺ، لعل گديلن تي هڪ اِستري، ڏياڻي براجمان هئي. سدارٿ چپ چاپ باغيچي جي لنگهہ وٽ بيهي رهيو ۽ سرگس، نوڪر، نوڪرياڻيون ۽ ٽوڪريون جاچي ڏسڻ لڳو. هن ڏوليءَ ڏانهن نهاريو ۽ پڻ منجهس ويٺل اِستريءَ ڏانهن. ڪارين چڳن جي جهڳٽن هيٺ هن هڪ مها مڌر، نهايت چست چهرو، هڪ روشن لعل مکڙو تازي ڇنل اَنجير سمان، دل لياٺيندڙ ڀرون بلند ڪمان جيان نقش ٿيل، ڪارا نيڻ، چالاڪ ۽ چتائي ڏسندڙ، ۽ سندس سائي ۽ سونهري گهگهي مٿان اوجل نازڪ ڪنٺ ڏٺي. اِستريءَ جا هٿ پختا ۽ لسا، لنبا ۽ سنها هئا ۽ ڪراين تي ڪشادا سونا ڪنگڻ هئس.

سدارٿ ڏٺو تہ هوءَ ڪهڙي نہ سندر هئي ۽ سندس دل گدگد ٿيڻ لڳي. جڏهن ڏولي سندس ڀرسان لنگهي تڏهن هن نئڙي نمسڪار ڪيو ۽ وري ڪنڌ مٿي کڻي انهيءَ روشن سوپياوان چهري ڏانهن، ۽ هڪ گهڙيءَ لاءِ انهن شرارت ڀريل ڪمانن سان ڍڪيل نيڻن منجهہ، گهور ڪري نهاريائين؛ ۽ انهيءَ عطر جي سڳنڌ ونڻ لڳو جنهنکي هو پرکي ڪين سگهيو.

هڪ گهڙيءَ لاءِ انهيءَ سندر اِستريءَ ڪنڌ ڏوڻي مشڪيو، تنهن کان پوءِ پنهنجن چاڪرن سميت باغيچي اندر اَلوپ ٿي ويئي. سو، سدارٿ سوچيو، آءٌ شهر اَندر شڀ لگن سان داخل

ٿيا ن ٿو. ڪيس باغيچي ۾ يڪدم گهڙڻ جي چڪ ٿي، پر
وري به اُن تي سوچ ويچار ڪيائين، چاڪاڻ ته ڪيس اِها
ڳالهه تري آئي ته ڪئن نه ٿلهين ۽ داسين لنگهه وقت ڏانهس
نفرت سان نهاريو هو، ڪيس شڪي نگاهن سان ڏٺو هو ۽ سندن
نگاهن ۾ ڪيس خارج ڪرڻ جو اِشارو هو.

آءٌ اُجا سنياسي آهيان، هن سوچ ڪيو، اُجا بيراڳي ۽
بيڪاري. آءٌ انهيءَ حالت ۾ رهي ڪونه سگهندس. آءٌ باغيچي
۾ ههڙي نموني ته داخل ٿي ڪين سگهندس. اِئي ڪيس ڪل آئي.

پهريان ماڻهوئي جيڪي ساڻس گڏيا تن کان هن باغيچي
جي باري ۾ ۽ اِستريءَ جي نالي بابت پڇيو، ۽ سڌ پيس ته
اهو ڪملا، مشهور ويشيا جو باغيچو هو ۽ انهيءَ باغيچي کان
سواءِ ڪيس شهر ۾ به گهر هو.

تنهن کان پوءِ هو شهر ۾ گهڙيو. سندس صرف هڪ اُديش
هو. اُنجي پوئواري ڪرڻ لاءِ، هن شهر جي پرتال ڪئي، وروڪڙ
وارين گليين ۾ ڦريو، ڪن هنڌ چپ چاپ بيٺو، ۽ نديءَ جي
پٿرائين پوڙين تي ويهي ساهي پٽيائين.

سنجها ٽاڻي هن هڪ نائيءَ جي ساٿيءَ سان ياراڻي ڳنڍي،
جنهنکي هن ونگه جي ڇانوري ۾ ڪم ڪندو ڏٺو هو. وري
ڪيس وشنوءَ جي مندر ۾ پوجا پاٺ ڪندو ڏٺائين، جتي
هن وشنوءَ ۽ لڪشميءَ جون ڪٿائون ڪيس ٻڌايون. رات
جي وقت هو نديءَ تي ٻيڙين جي وچ ۾ سمهي پيو، ۽ صبوح
جو سويل، پهرين گراهڪن جي اچڻ کان اڳ، نائيءَ جي ساٿيءَ
کان هن پنهنجي سونهاريءَ جي صاف سنوارت ڪرائي ڇڏي.
وارن کي ڀڻ ڦڻي ڏيارائين ۽ خوشبوءِ دار تيل سان مالش
ڪرايائين. تنهن کان پوءِ هو نديءَ ۾ اشنان ڪري ويو.

جڏهن سويياوان ڪملا پنهنجي ڏوليءَ ۾ شام جو دير سان
پنهنجي باغيچي ويجهو آئي، تڏهن سڌارت لنگهه وٽ بيٺو

هو. هن پرنام ڪيو ۽ ويٺا ڪيس ڪيڪاريو. هن نوڪر کي
اشارو ڪيو جو ٽوليءَ جي ڇيڙي تي هو، ۽ چيائينس ته
پنهنجي سائڻ کي چئو ته هڪ نوجوان برهمڻ ساڻس ڳالهائڻ
ٿو گهري. گهڙي کن رکي نوڪر واپس آيو، سدارٿ کي
پنهنجي پٺيان اچڻ لاءِ چيائين، ۽ چپ چاپ کيس شاميانې
تائين وٺي ويو جتي ڪملا پلنگ تي ليٽي پيئي هئي؛ هو پوءِ
کيس اُتي ڇڏي ويو.

"ڪالهه تون باهر بيٺو هئين نه ۽ مونکي ڪيڪاريو
هوءَ نه؟" ڪملا پڇيس.

"هائو، سچ، مون توکي ڪالهه ڏٺو ۽ توکي ڪيڪاريو."

"پر ڪالهه توکي سونهاري، ٻ گها وار ڪين هئا، ۽ وارن
۾ دز؟"

"تو پليءَ پت جاچيو آهي ۽ سڀ ڪجهه پوريءَ طرح ڏٺو
آهي. تون سدارٿ، برهمڻ جو پٽر ڏسين ٿي، جنهن پنهنجو
گهرگهاٽ ڇڏيو سنياسي ٿيڻ لاءِ، ۽ جو برابر ٽن سالن لاءِ
سنياسي هئو. پر هاڻي اهو مارڳ مون تياڳ ڪيو آهي، ۽ هن
نگر منجهه آيو آهيان ۽ پهريون منش تون ئي آهين جنهن
سان شهر ۾ پهچڻ کان اڳ منهنجي ڏيٺ ٿي. آءٌ هت آيو
آهيان توکي ٻڌائڻ، ڪملا، ته تون پهرين استري آهين جنهن
سان سدارٿ بنا اکيون هيٺ ڪرڻ جي ڳالهايو آهي. آءٌ
ڪڏهين به وري پنهنجون اکيون هيٺ نه ڪندس جڏهن
به ڪنهن سندر استريءَ سان گڏبس."

ڪملا مشڪي ڏنو ۽ پنهنجي مور جي کنڀن واري وڃڻي
سان کيلڻ لڳي ۽ پڇڻ لڳي، "بس، اهوئي آهي ڇا جو سدارٿ
مونکي ٻڌائڻ لاءِ سيڙجي آيو آهي؟"

"آءٌ توکي اهو ٻڌائڻ آيو آهيان ۽ پڻ توکي ڌنيواد ڏيڻ
لاءِ ڇاڪاڻ ته تون نهايت سندر آهين. ۽ جيڪڏهين تون

رنج نه ٿين، ڪملا، نه آءٌ جيڪر توکي وينتي ڪريان ته تون
منهنجي مٽر ۾ آچارڻ ٿيءُ، ڇاڪاڻ ته مونکي انهيءَ ڪلا جي
ڪا به ڄاڻ ڪانه آهي جنهن ۾ تون پربين آهين."

انهيءَ تي ڪملا کان کل ڇٽڪي ويئي.

"مونکي ته ڪڏهن به اُهڙو آزمودو نه مليو آهي جو ٻن
مان هڪ سنياسي مون وٽ اچي ۽ مون کان سکڻ جي چاهنا
رکي. ڪڏهن به ڊگهن وارن سان ۽ پراڻي ڦاٽل لنگوٽ ۾
ڪو به سنياسي مون وٽ ڪونه آيو آهي. گهڻيئي نوجوان مون
وٽ ايندا آهن، برهمڻن جا پٽ پڻ، پر اُهي عمدن وسترن
۾ عمدين جتين سان ايندا آهن؛ سندن وارن ۾ سگند ۽ ڳوڙيءَ
۾ مايا هوندي آهي."

سڌارت چيو: "مون ته اڳيئي توکان سکڻ شروع ڪري
ڇڏيو آهي. ڪالهه به مان توکان ڪجهه سکيس. اڳيئي مون
سونهاريءَ جو ڪم لاهي ڇڏيو آهي، وارن کي ڦٽي ڏني آهم
۽ تيل مکيو اٿم. پيو ته اهڙو گهٽو ڪجهه ڪونهي جنهن جي
ڪمي هجي، اي مها سندري: باقي رهيا عمدا ويس وڳا،
عمديون جتيون ۽ منهنجي ڳوڙيءَ ۾ ناڻو. سڌارت انهن تچ
وسترن کان وڌيڪ ڪنن وستن پراپت ڪرڻ جو اُدم ڪيو
آهي ۽ پراپت ڪيون اٿس. ڪالهه جيڪي سکڻ جو اِرادو
ڪيم سو ڇو نه آءٌ پراپت ڪري سگهندس؟ - تنهنجو مٽر بڻجڻ
۽ توکان پريت جا مزا سکڻ. تون مونکي ڀورو پورو
شکيڪ ڏسندينءَ، ڪملا. جيڪي تون مونکي سيکاريندينءَ
تنهن کان وڌيڪ ڪنن ڳالهيون آءٌ سکيو آهيان. انهيءَ ڪري
سڌارت جئن آهي لئن تنهنجو اُڏ ڪاري نه آهي، تيل سندس
وارن ۾، پر وسترن، جتين ۽ پئسي کان سواءِ!"

ڪملا کلي ڏنو ۽ چيو: "نه، هو اُجا لائق نه آهي. هنڪي
وستر، سهڻا وستر ۽ جتيون، عمديون جتيون ۽ پنهنجي ڳوڙيءَ



”ڪملا، آءٌ جيڪر توکي وينتي ڪريان ته تون منهنجي متر ۽ آچارط ٿيءُ.“ [صفحه ٥٤]

۾ اَڪيچار ناٽڪ ۾ ڪملا لاءِ سوڪڙيون هٿرادو ڪيون. هاڻي سڌ پيئي، بن منجهان آيل سنياسي، سمجهيئه ؟"

"آءٌ نيڪ نيڪ سمجهان ٿو،" سدارٿ پڪاري چيو. "آءٌ سمجهڻ ۾ ڪٿ گسندس جڏهن اها ڳالهه اهڙي مڪ مان ٿي نڪري؟ تنهنجو مکڙو آهي تازي ڇڄل اَنجير مثل، ڪملا. منهنجا چپ پڻ لعل ۽ تازا آهن ۽ تنهنجن چپن سان بلڪل ٺهڪي ايندا، تون پاڻ ڏسنديئن. پر مونکي ٻڌاءِ، سندر ڪملا، تون بن منجهان آيل سنياسيءَ کان اَصل ڪونه ٿي ڊڄين، جو پريت جي باري ۾ توکان سکڻ آيو آهي؟"

"آءٌ سنياسيءَ کان ڇو ڊڄان، بن منجهان آيل مورک سنياسيءَ کان، جو گدڙن وٽان آيو آهي ۽ جنهن کي اِسترين جي ڪا سڌ نه آهي؟"

"اڙي، سنياسي آهي زبردست ۽ ڪنهن به ڳالهه کان ڪين ٿو ڊڄي. هو توسان زبردستي ڪري سگهي ٿو، سندر ڇوڪري، هو توکي لٽي سگهي ٿو، هو توکي ايذاءُ رسائي سگهي ٿو."

"نه، سنياسي، آءٌ ڊڄان ڪانه ٿي. سنياسي ۽ برهمڻ کي ڪڏهن ڀؤ ٿيو آهي ته ڪو ايندو، کيس ڌڪ هڻندو ۽ سندس وديا، سندس پوترتائي، سندس گهري ويچار شڪتي کائونس زوريءَ ڦري ويندو؟ نه، ڇاڪاڻ ته اُهي سندس ئي پدارٿ آهن، هو انهن مان اوترو ئي ڏيئي سگهندو، جيترو هو چاهيندو، ۽ جيڪڏهين هو چاهيندو. ساڳي ڳالهه ڪملا سان ۽ پريت جي مزن سان به لاڳو آهي. ڪملا جا لب سندر ۽ لعل آهن پر ڪملا جي اِڇا خلاف انهن کي چمڻ جي ڪوشش ڪري ڏس، ته منجهائن ميناج جو هڪ ڦڙو به توکي پلئه ڪين پوندو - جيتوڻيڪ هنن لبن کي ميناج ڏيڻ جي هرڪا لياقت آهي. تون پورو پورو شڪيڪ آهين، سدارٿ،

تنهن ڪري اِها ڳالهه پڻ سڪي چڏ. ڳلين ۾ پيار پني سگهجي ٿو، ملهه ڳنهي سگهجي ٿو، پيتا طور وٺي سگهجي ٿو، ڳولي لهي سگهجي ٿو، پر اهو هرگز چورائي نٿو سگهجي. تو غلط سمجهيو آهي. هائو، اِها اَرمان جي ڳالهه ٿيندي جيڪڏهن تو جهڙو ناهوڪو جوان اُلٽو سمجهي."

سڌارت ڪند نمايو ۽ مشڪيائين. "تون نيڪ ٿي چوين، ڪملا، اها سچ سچ اَرمان جي ڳالهه ٿيندي. اِها تمام ڏاڍي اَرمان جي ڳالهه ٿيندي. نه، نه، ڪي به ميڏاج جا ڦٽا نه تنهنجي چپن منجهان وٺرت وڃڻ گهرجن، نه وري منهنجن منجهان، تنهن ڪري سڌارت وري تو وٽ تڏهن ايندو جڏهن جنهنجي ڪمي اُلس تنهنجي پورائي ڪندو- وستر، جتيون ۽ ناڻو. پر مونکي ٻڌاء ته، سندر ڪملا، تون مونکي ٿوري صلاح ڪين ڏيئي سگهند ينءَ؟"

"صلاح؟ ڇو ڪين؟ ڪير صلاح خوشيءَ سان نه ڏيندو هڪ ڪنگال، اَجاڻ سنياسيءَ کي جو ٻن جي گدڙن وٽان آيو آهي؟"

"پياري ڪملا، آءٌ اهي ٿي وستون ڪٿان وڃي جلدي همٿ ڪريان؟"

"منهنجا دوست، گهڻيئي ماڻهو اها ڳالهه جاڻڻ گهرن ٿا. تون جيڪي سکيو آهين اهوئي ڪم آڻ ۽ انهن جي بدلي ناڻو، ڪپڙا ۽ جتيون همٿ ڪر. هڪ نرڌن ٻيءَ طرح نه ناڻو نٿو ڪمائي سگهي."

"آءٌ سکيو آهيان: ويچار ڪرڻ، ڌيرج ڌارڻ ۽ اُپواس رکڻ."

"ٻيو ڪجهه به نه؟"

"ڪجهه به نه، اَڙي ها، آءٌ ڪوتا رچي سگهان ٿو. تون مونکي هڪ ڪوتا جي بدلي مٺي ڏيند ينءَ؟"

"آءٌ ائين ڪنديس، بشرطيڪ تنهنجي ڪوتا مونکي وڻندي.
ڇا آهي انهيءَ ڪوتا جو نالو؟"

گهري ڪن جي سوچ ويچار ڪرڻ کان پوءِ، سدارت هيءَ ڪوتا چئي:

"سير ڪرڻ لئه سندر ڪملا قلوازيءَ ۾ آئي،
انگ انگ مان سڳند اٿيس ٿي، ڪَلي ڪَلي شرمائي؛
قلوازيءَ جي در تي بيٺل سانورو هو سنياسي،
سندرتا سندريءَ جي پسندي، ٿي پيو پريم پياسي؛
قول ڏسي انمول عجائب، هرڪ سنياسيءَ هاريو،
چپ ئي چپ ۾ نيڻ نماڻا ڪٽي پئي ڪيڪاريو.
منڙي مشڪ چپن تي آئي، ڪملا گويا ڏنو جواب،
سنياسي پيو سوچي من ۾، جوڳي جوان ٿيو بيتاب؛
ديوتائن جي چرنن ۾ مان پيشانون ڇا هاڻ ڌريان،
روپ جي راڻيءَ تان پيشانون ڇو نه اِهي قربان ڪريان!"

ڪملا زور سان تاڙي وڄائي، جنهن ڪري سندس سونا ڪنگڻ ٽڻ ٽڻ ڪرڻ لڳا.

"تنهنجي ڪوتا بلڪل سندر آهي"، ڪملا چيو. "جيڪڏهن آءٌ ڌنوان هجان ته آءٌ هوند ان لاءِ توکي ناڻو ڏيان. پر جيترو پئسو توکي گهرجي اوترو توکي ڪوتائن جوڙڻ مان ته ڪونه ملي سگهندو. ڇاڪاڻ جو تون جيڪڏهين ڪملا سان پريت رکڻ ٿو چاهين ته توکي جام ناڻو کپندو. تون سواءِ ويچار ڪرڻ، ورت رکڻ ۽ ڪوتا ناهڻ جي ٻيو ڪجهه ڪري نه ڄاڻين ڇا؟"

"آءٌ پوڄا جا گيت پڻ ڄاڻان"، سدارت چيو. "پر اهڙي آءٌ اهي ڪونه ڳائيندس. مونکي منتر جنتر پڻ ايندا آهن، پر اهڙي آءٌ اُهي ڪونه اُچاريندس. مون شاستر پڙهيا آهن..."

”ترس،“ ڪملا وچ ۾ ڳالھ ڪتري چيس، ”تون لکي پڙھي ڄاڻين.“

”اُوس، آءٌ ڄاڻان. اھو نہ گھڻائي ماڻھو ڄاڻن.“

”نہ، تمام گھٽ ماڻھو. آءٌ ڄا ڪانہ ڄاڻان. اھا تمام سٺي ڳالھ آھي جو تون لکي پڙھي ڄاڻين، ڏاڍو چڱو. توکي شايد منترن جنترن جي بہ ضرورت پوي.“

اُنھيءَ وقت ھڪ نوڪر اندر آيو ۽ پنھنجي سائڻ جي ڪن ۾ ڪجھ سس پس ڪيائين.

”مون سان ڪو گڏجڻ آيو آھي،“ ڪملا چيو. ”جھٽ ڪر، گم ٿي وڃ، سڌارت، جئن ڪو بہ توکي ھتي ڏسي نہ وٺي. آءٌ وري توکي سڀاڻي گڏبيس.“

پوءِ نوڪر کي حڪم ڏنائين تہ ھن ساڌ و برھمڻ کي وچي ھڪ سفيد جبو ڪڍي ڏي. سڌارت کي پورو سمجھ ۾ اُئي نہ آيو تہ ڇا ٿي وھيو واپريو. نوڪر سڌارت کي وروڪڙن واري ھندان وٺي ڪيس باغيچي واريءَ جڳھ ۾ آندو جتي ڪيس ھڪ جبو ڏيئي ڪري گھاٽن وڻن ۾ ڇڏيائين ۽ تاڪيد ڪيائينس تہ جيترو تڪڙو ٿي سگھيئي اوترو تڪڙو باغيچي مان ھليو وڃ جئن ڪو بہ توکي ڏسي نہ وٺي.

سنتوش سان، جئن کيس چيو ويو تئن ھن ڪيو. بن جو ھريل، ھو ماٺ ميٺ ۾ لوڙھو ٽپي باغيچي مان ٻاھر نڪري آيو. سنتوش سان، ويڙھيل جبو ڪڇ ھيٺ رکي ھو شھر ڏانھن وريو. ھو ڌرمسالا جي در وٽ اَچي بيٺو، جتي مسافر اَچي رھندا ھئا، چپ چاپ بيھي مڱڻ لڳو ۽ ماٺ ميٺ ۾ چانورن جي روٽلي لڪر اُنگيڪار ڪيائين. شايد سڀاڻي، ھن سوچيو، مونکي ڪاڏي لاءِ پنڻ جي ضرورت ڪانہ پوندي.

اَچانڪ منجھس سڙمان جو زبردست جذبو جاڳيو. ھاڻ

هوُ سنياسي نہ ڪونہ هو، بيڪ مگر سنڌس شان وٽان نہ هو. هن اهو چانورن جو روٽلي ٽڪر ڪٿي کي ڏيئي ڇڏيو ۽ پاڻ بکيو ئي رهيو.

سڌارت سوچيو تہ جيوت جا هٿ رهڻ ۾ اچي ٿي سا تہ آهي سنئين سڌي ۽ سؤلي. منجهس ڪنهايون تہ آهن ئي ڪين. جڏهن آءٌ سنياسي هوس، تڏهن سڀ ڪجهہ ڪنن، ورچائيندڙ ۽ آخر نراس ڪندڙ هو. هاڻي سڀ ڪا ڳالهہ سهنجي آهي. مونکي کپڻ وسترءَ ناڻو، بس اِهو ئي. اِهي اَهڙيون سواليون ڳالهيون آهن جو ڪنهن جو بہ ننڊ آرام ڦٽي نٿو سگهي.

هن ڪملا جي شهر واري گهر جي گهٽي وقت کان پڇا ڳاڇا ڪري ڇڏي هئي ۽ ٻئي ڏهاڙي هوُ اُتي ويو.

"ڳالهيون نيڪ نموني هلي رهيون آهن،" هن ڪيس سامهون وهاري چيو. "ڪامسوامي چاهي ٿو تہ تون وٽس وڃين؛ هو نگر ۾ وڏي ۾ وڏو شاهوڪار واپاري آهي. جيڪڏهن تون ڪيس خوش ڪندين تہ هو توکي نوڪريءَ ۾ رکندو. چالاڪي ڏيکارجانءِ، سانورا سنياسي! مون ٻين جي معرفت تنهنجي لاءِ ڪيس چوارايو آهي. دوستاڻي ڀاو ۾ ساڻس پيش اَچج؛ هو تمام سمرٿيءَ وارو آدمي آهي، پر حد کان ٻاهر نماڻائي نہ ڏيکارج. مان نہ ٿي چاهيان تہ تون سنڌس چاڪر ٿي رهين، پر سنڌس ثاني شريڪ، نہ تہ آءٌ توسان راضي نہ ٿينديس. ڪامسوامي هاڻي پوڙهو ۽ آلسي ٿيندو ٿو وڃي. جيڪڏهن تون هنکي راضي رکندين تہ هو توتي گهڻو وشواس ڪندو."

سڌارت سنڌس شڪرانا مڃيا ۽ کليو ۽ جڏهن ڪيس سڌ پيئي تہ هن اُهو سارو ڏهاڙو ۽ اڳيون ڏهاڙو کاڌو نہ ورتايو هو، تڏهن سنڌس لاءِ روٽي ۽ ڦل گهرايائين ۽ پاڻ سنڌس شيوا ۾ رهي.

"تون ڀاڳ وارو ٿو ڏسجين"، هن موڪلائڻ وقت ڪيس

چيو. ”دروازي اڳتان دروازو تنهنجي لاءِ پٽبو ٿو هلي. اهو ڪئن ٿو ٿئي؟ تو وٽ ڪو جادو آهي ڇا؟“

سڌارت چيو: ”ڪالهه مون توکي ٻڌايو ته مان ويچار ڪرڻ، ڌيرج ڌارڻ ۽ ورت رکڻ ڄاڻان ٿو ۽ اهي توکي ڪارائتا نظر نه آيا. پر تون ڏسندينءَ ته اهي ڏاڍا ڪارگر آهن، ڪملا. تون ڏسندينءَ ته بن جا رهواسي مورک سنياسي گهڻيئي ڪارائتيون ڳالهيون سکن ٿا ۽ ڄاڻن ٿا. ٽيون ڏينهن آءٌ اڃا ۽ هڪ گدلو بيڪاري هوس؛ ڪالهه توسان ڄاڻ سڃاڻ ٿيم، جلدي ئي آءٌ واپاري بڻبس ۽ ڌن دولت ۽ سڀ اُهي وسئون جي ڪملا کي پياريون آهن سي ڪٺيون ڪندس.“

”برابر،“ هن قبول ڪيو. ”پر مونکان سواءِ تنهنجي ڪهڙي گتي ٿئي ها؟ ڪٿي هجين ها تون، جيڪڏهن توکي ڪملا جا هٿ نه پهچن ها؟“

”منهنجي پياري ڪملا،“ سڌارت چيو. ”جڏهن تنهنجي باغيچي ۾ آءٌ تو وٽ آيس، تڏهن پهريون قدم کڻي چڪس. منهنجي منشا هئي ته پريت جو پاٺ سندر ۾ سندر استريءَ وٽ پڙهان. جنهن وقت مون اهو ارادو ڪيو، تنهن وقت ئي مونکي سڌ هئي ته آءٌ انکي عملي صورت ڏيئي سگهندس. مونکي سڌ هئي ته تون مونکي مدد ڪندينءَ. مونکي تنهنجي باغيچي جي لنگهه وٽ تنهنجي پهرينءَ نهار مان ئي پتو پيو.“

”۽ جيڪڏهن منهنجي مرضي نه هجي ها ته؟“

”پر تنهنجي تہ مرضي هئي نه. ٻڌ، ڪملا، جڏهن پٿر پاڻيءَ ۾ اُڇلائجي ٿو تڏهن اُهو هڪدم وڃي ٿو تر وٺي. ساڳي ڳالهه ٿئي ٿي جڏهن سڌارت پنهنجي اڳيان ڪو اُديش رکي ٿو. سڌارت ڪجهه نٿو ڪري؛ هو ڌيرج ڌاري ٿو، هو ويچار ڪري ٿو ۽ هو ورت رکي ٿو، پر هو دنيا جي ڪاروبار، وهنوار مان ائين ٿو لنگهي جئن پٿر پاڻيءَ منجهان،

بنا ڪجهه به ڪرڻ جي، بنا پاڻڪي چورڻ پورڻ جي، هو ڪشش هيٺ اچي ٿو ۽ پاڻکي ڪِرڻ ڏئي ٿو. هنکي سندس آديش ٿي ڪينچي ٿو، ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي من اندر ڪنهن به ٻي وستوءَ کي گهسڻ نٿو ڏئي جا سندس آديش جو ورود ٿي ڪري. اِهوئي آهي جو سدارٿ سنياسين کان سکيو آهي. اِهو آهي جنهنکي مورک ماڻهو جادو ٿا چون ۽ جنهنجو ڪارڻ هو ڀالئين ٿا ته آهن پريت، جن پوت. پريت ڪجهه به نٿا ڪري سگهن، پريت آهن ئي ڪونه. سيڪو جادو منتر جو ساڌن ڪري سگهي ٿو، هرڪو آديش پائي سگهي ٿو، جيڪڏهن هو ويچار ڪري، ڌيرج ڌاري ۽ ورت رکي جاڻي."

ڪملا ڪيس خيال سان ٻڌو. هوءَ سندس آواز تي موهت هئي، هوءَ سندس اکين جي چمڪ تي موهت هئي.

"شايد ائين آهي جئن تون چئين ٿو، منهنجا پريتم،" هن ڪوملتا سان چيو، "۽ شايد ائين به آهي ته سدارٿ سهڻو، ٺاهوڪو جوان آهي، ڇاڪاڻ ته سندس اکين جو چمڪو اِسترين کي آنند ٿو ڏئي، ۽ تنهن ڪان سواءِ هو ڀاڳيه وان آهي."

سدارٿ ڪيس مٺي ڏني ۽ ڪانئس موڪلايائين. "منهنجي آچارڻ شل منهنجا نيتر سديوئي توکي آنند ڏين، شل تو وٽان سديوئي سياڳيه پراپت ٿئيم!"

# ماڻهون منجهه

سدارٿ ڪامسوامي، سوداگر کي ملڻ ويو ۽ کيس هڪ پرڻي پاڳڙي گهر اندر نيڻون ويو. نوڪر کيس قيمتي غاليچن مٿان لنگهائي هڪ ڪمري ۾ وٺي ويا جتي هو گهر جي سيٺ لاءِ ترسي ويٺو.

ڪامسوامي اندر آيو ۽ ڪومل ۽ ڪلمڪ، عمر جو ڪرڙو ۽ سندس نيٽر چالاڪ ۽ دوراند يش ۽ سندس مک ڪامي. سيٺ ۽ ملاقيءَ هڪ ٻئي کي دوستاڻي نموني ۾ ڀيڪاريو.

”مونکي ڪنهن چيو آهي،“ سوداگر ڳالهائڻ شروع ڪيو، ”تون برهمڻ آهين، ودوان آهين، پر تون هڪ واپاريءَ وٽ نوڪري ڪرڻ ٿو چاهين. تون پوءِ سچ پچ گهرجائو آهين ڇا، برهمڻ، جو نوڪريءَ جي ڳولا ٿو ڪرين؟“

”نه،“ سدارٿ جواب ڏنو. ”آءٌ ڪو گهرجائو ڪونه آهيان ۽ مونکي ڪڏهن به گهرج ڪانه پيئي آهي. آءٌ سنياسين وٽان ٿو اچان جن سان مون گهڻو وقت گذ گهاريو آهي.“

”جيڪڏهن تون سنياسين وٽان ٿو اچين ته تون ڪئن ٿو چوين ته تون گهرجائو نه آهين؟ سڀيئي سنياسي بنا ڪنهن به مال ملڪيت جي ڪين آهن؟“

”مون وٽ پڻ ڪجهه ڪونه آهي،“ سدارٿ چيو. ”جيڪڏهن تنهنجو اهو مطلب آهي. مونکي برابر ڪا به املاڪ ڪانهي، پر پنهنجي رضاخوشيءَ ڪري ۽ انهيءَ ڪري آءٌ گهرجائو آهيان ئي ڪونه.“

”پر جيڪڏھن تون بنا سمپتيءَ آھين تہ تون گذارو ڪيئن ڪندين؟“

”مون انھيءَ باري ۾ ڪڏھين بہ ڪو ويچار ڪيو ئي ڪونھي، سائين. اٽڪل ٽي سال آءٌ بنا ڪنھن بہ ملڪيت جي رھي سگھيو آھيان ۽ مونکي ڪڏھن بہ اھو خيال نہ آيو آھي تہ آءٌ ڪيئن گذارو ڪندس.“

”تنھنجي معنيٰ تہ تو ٻين جي ملڪيت تي پيو گذاريو آھي؟“

”ظاھري. سوداگر پڻ ٻين جي ملڪيت تي گذاري ٿو.“

”اھا ڳالھہ تنھنجي ٺيڪ آھي، پر ھو جيڪي ٻين کان وٺي ٿو سو ڪو مفت ۾ نہ، ھو پنھنجو مال بدليءَ ۾ ڏئي ٿو.“

”اھو دنيا جو دستور آھي. ھرڪو وٺي ٿو، ھرڪو ڏئي ٿو. جيوت آھہ انھيءَ نموني جي.“

”ھائو، پر جيڪڏھين تو وٽ ڪجھہ بہ نہ آھي، تہ تون ڏيندين وري ڪٿان؟“

”ھرڪو ڏئي ٿو جيڪي ڪي وٽس آھي. جنگي سپاھي پنھنجو ٻل ڏئي ٿو، واپاري مال، آڌياپڪ سکيا، ڪسان چانور، مھاڻو مڇي.“

”ٺيڪ، ٺيڪ، پر تون ڇا ڏيندين؟ تون ڇا سکيو آھين جو تون ڏيندين؟“

”آءٌ ويچار ڪري سگھان ٿو، آءٌ ڌيرج ڌاري سگھان ٿو، آءٌ ورت رکي سگھان ٿو.“

”اھو ئي بس؟“

”آءٌ ڀانيان ٿو تہ اھو ئي آھي سڀ.“

”۽ اھي ڪھڙي ڪم جا آھن؟ مثلاً اپواس رکڻ، ان مان ڪھڙو فائدو ٿيندو؟“

”اھا ملھائتي چيز آھي، سائين. جيڪڏھن ماڻھوءَ کي کائڻ لاءِ ڪجھہ نہ آھي تہ ورت رکڻ ئي سڀ کان سمجھہ ڀريو

قدم آهي جو هو ڪٽي سگهي ٿو. مثلاً جيڪڏهن سڌارت ورت رکڻ نہ سکيو هجي ها تہ اَج ڪنهن نہ ڪنهن ڪرت جي درڪار هجيس ها، پوءِ ڪٽي توهان وٽان يا ٻئي ڪنهن وٽان، چاڪاڻ تہ بک کيس لاچار ڪري ها. پر هن حالت هيٺ سڌارت بنا شانتي وڃائڻ جي ترسي سگهي ٿو. هو اُڏير نہ آهي، هنکي گهرج ڪانہ پيئي آهي، هو گهڻي وقت تائين بک ٽاري سگهي ٿو ۽ اُنس هاسي ڪري سگهي ٿو. انهيءَ ڪري ورت ڪارائتو آهي، سائين."

"تون برابر آهين، سنياسي. گهڙي ڪن ترس."

"ڪامسوامي ٻاهر ويو ۽ هڪ ويڙهو ڪٽي آيو جو هن پنهنجي مهمان کي ڏنو ۽ پڇيائينس: "تون هيءُ پڙهي سگهين ٿو؟"

سڌارت دستاويز نظر مان ڪڍيو جنهن تي وڪري جي قبوليت لکيل هئي ۽ اهو پڙهڻ لڳو.

"تمام نيڪ،" ڪامسواميءَ چيو. "تون هن ڪاغذ تي ڪجهہ اُکو لکندين؟"

هن کيس ڪاغذ ۽ قلم ڏنو ۽ سڌارت اُن تي ڪجهہ لکي اُهو کيس واپس ڪيو.

ڪامسوامي پڙهڻ لڳو: "لکڻ چڱو آهي، ويچار هلائڻ بهتر آهي. چالاڪي چڱي آهي، ڌيرج بهتر آهي."

"تون تہ ڏاڍو ناهوڪو لکي ٿو سگهين،" سڌارت کي ساراهيندي چيائين. "اسين گهڻئي ڳالهين تي بات چيت ڪنداسين، پر اَج آءٌ توکي نينڊ ٿو ڏيان تہ منهنجو مهمان ٿي اچي منهنجي گهر ۾ رهہ."

سڌارت سندس شڪرادائي ڪئي ۽ سندس مهماني قبول ڪئي. هاڻ هوُ سوداگر جي گهر ۾ رهڻ لڳو. وستر ۽ جُتي وٽس آندا ويا ۽ نوڪر روزانو سندس لاءِ اشنان جو پاڻي تيار رکندو هو. عاليشان کانو ٻہ ڀيرا ڪمري ۾ وٽس ايندو هو، پر سڌارت




”تون تہ ڏاڍو ناھوڪو لکي ٿو سگھين،“ ڪامسواميءَ سڌارٿ کي ساراھيندي چيو. [صفحه ٦٤]

صرف هڪ دفعو ورتائيندو هو: نڪي ماس کائيندو هو،
نڪي شراب پيئندو هو. ڪامسوامي ڌنڌي جي باري ۾ ساڻس
ڳالهه ٻولهه ڪندو هو، ڪيس مال ۽ گدامن ۽ حساب ڪتاب
کان واقف ڪيائين. سڌارٿ گهٽيئي نيون ڳالهيون سکيو: هو
گهٽو ٻڌندو هو، گهٽ ڳالهائيندو هو. ۽ ڪملا جا اکر ياد
ڪري، هو واپاريءَ جي ڪاڻ ڪانه ڪڍندو هو پر ڪيس
برو بريءَ جي درجي تي هلت چلت لاءِ مجبور ڪيائين، بلڪ
اُن کان به وڌيڪ. ڪامسوامي پنهنجو ڌنڌو ڏاڍي بلڪل خبرداريءَ
سان ۽ اڪثر شوق ۽ خفت سان ڪندو هو، پر سڌارٿ ته
اُنکي راند مثل سمجهڻ لڳو، جنهنجي نيمن گرهڻ ڪرڻ لاءِ
هن چڱي ڪوشش ورتي، پر جنهن سندس دل کي مچايو نه.

ڪامسواميءَ جي گهر ۾ ڪيس رهڻي اڃا گهٽو وقت ٿيو ئي
ڪونه هو ته هُو پنهنجي مالڪ جي ڌنڌي ۾ اهرو ورتڻ لڳو.
روزانو جنهن وقت تي ڪملا ڪيس ڪوٺ ڏيندي هئي، انهيءَ
وقت هُو سهڻا وسترڪي ۽ زيبدار جتي پائي ساڻس مڪاميلو ڪرڻ
ويندو هو؛ جلدئي هُو وٽس سوکڙيون پاکڙيون پڻ کڻي وڃڻ لڳو.
هو چالاڪ، سوپياوان ويشنا جي سنگ ۾ حيرت انگيز گهڙيون
ڪاٽڻ لڳو ۽ سندس شکيڪ، پر يمي ۽ متر بڻجي پيو. سندس
هاڻوڪي جيوت جو ملهه ۽ اَرٿ هتي ڪملا منجهه ئي سمايل
هو ۽ نه ڪامسواميءَ جي ڌنڌي ۾.

واپاريءَ مکيه چٺيون لکڻ ۽ مال لاءِ لکاوتن ڪرڻ جو
ڪم ڪيس سونپي ڇڏيو ۽ سڀني ڌنڌي ڏاڍي ۽ وهنوارڪ
ڳالهين ۾ ساڻس پهندو هو. هن جلد ئي ڏٺو ته سڌارٿ کي
چانورن ۽ پشم، جهازن ۾ مال موڪلڻ ۽ واپار جي ڳالهين جي
ٻوجهه ڪا نه هئي پر تڏهن به ڪيس سهڻو ڏانءُ ۽ يڪ ڪ هو
۽ ڌيرج ۽ تحمل ۾، ڌيان سان ٻڌڻ ۾ ۽ ڏارين تي سني اثر
وهارڻ ۾ واپاريءَ کان گهٽو سرس هو. ”هي ٻرهمڻ،“ هن هڪ

پنهنجي دوست کي چيو، ”سچو پچو واپاري نہ آهي ۽ نہ وري ٿيندو ئي؛ ڏنڌي ۾ سندس من اصل لڳي ئي نہ ٿو. پر هن وٽ اهڙن ماڻهن جو راز موجود آهي جن وٽ سڦلتا پاڻ مرادو اچي ٿي سهڙي، پوءِ اهو سياڻن گرهن هيٺ جنم وٺڻ ڪري هجي يا اُهو جادوءَ ڪري هجي يا هو سنياسين وٽان ڪجهہ سکيو هجي. هو تہ ڌنڌي سان راند ڪندو پيو نظر ايندو آهي؛ نہ ان ۾ چاهہ ئي ٿو وٺي، نہ وري ناڪاميابيءَ جو ڀؤ ٿئيس ٿو ۽ نہ نقصان جي ڳڻتي سنائيس ٿي.“

اُنهيءَ دوست سوداگر کي صلاح ڏني تہ ”جيڪو ڌنڌو هو ڪري تنهن تي نفع جو ٽيون حصو ڪري ڏينس، پر جي نقصان پوي تہ ان جو بہ اوترو حصو هو ڀري. پاڻيوار ڪرينس تہ پوءِ هو وڌ يڪ اُتساهہ ڏيکاريندو.“

ڪامسواميءَ سندس صلاح مڃي پر سذارت پوءِ بہ چاهہ ڪونہ ڏيکاريو. جيڪڏهن نفعو ٿي ڪيائين تہ هن ماٺ ميٺ ۾ سئيڪار ٿي ڪيو؛ وري جيڪڏهن نقصان ٿي پيس تہ کلي ٿي چيائين، ”خير، هيءُ سؤدو چڱو نہ لڳو.“

سچ پچ تہ هو ڌنڌي ۾ بي پرواهہ ٿي لڳو. هڪ دفع ڪنهن ڳوٺ ڏانهن هڪ وڏو چانورن جو فصل خريد ڪرڻ لاءِ ويو. جڏهن اُتي پهتو تہ ڏٺائين تہ چانور اڳيئي ٻئي واپاريءَ کي وڪرو ٿيل هئا. پر انهيءَ هوندي بہ سذارت انهيءَ ڳوٺ ۾ ڪيترائي ڏينهن رهي پيو، ڪسانن کي کارايائين پيئاريائين، ٻارن کي خرچيون ڏنائين، هڪ شاديءَ ۾ شريڪ ٿيو ۽ مسافريءَ تان نهايت خوش ٿي واپس وريو. ڪامسواميءَ کيس هڪدم نہ موٽڻ لاءِ ۽ وقت ۽ پيسو ضايع ڪرڻ لاءِ ڇينڀيو. سذارت جواب ڏنس: ”ڇينڀ نہ، منهنجا پيارا دوست. ڇينڀڻ مان ڪجهہ پلئہ نہ پوندو. جيڪڏهن ڪو نقصان پيو آهي تہ اهو آءٌ ڀريندس. آءٌ هن مسافريءَ مان خوش ٿي موٽيو آهيان. آءٌ

گهڻن سان چاڻ سڃاڻ ڪري آيو آهيان، هڪ برهمڻ سان
دوستي رکي آيو آهيان، بار منهنجي هنج ۾ اڃا ته وينا،
ڪسانن مونکي پنهنجا ڪيت تي ڏيکاريا. ڪنهن ڪونه ٿي ائين
سمجهيو ته آءٌ ڪو سوداگر آهيان."

"اهي ته ڳالهيون تنهنجون سڀ سهڻيون،" ڪامسواميءَ
لاچار ٿي قبول ڪيو، "پر حقيقت ۾ تون سوداگر ئي آهين.
ڪين رڳو پنهنجي مزي لاءِ سفر ڪرڻ ويو هئين؟"

"بيشڪ مون پنهنجي مزي لاءِ ئي سفر ڪيو،" سڌارٿ
کلي چيو. "ٻيلا ڇونه؟ مونکي ماڻهن ۽ زمين هنڌن جي ڄاڻ
سڃاڻپ تي آهي. مون ماڻهن جي مترتا ۽ وشواس هٿ ڪيو
آهي. هاڻ جيڪڏهن آءٌ ڪامسوامي هجان ها ته پوءِ جي
ڏسان ها ته خريداري نٿو ڪري سگهان ته خار ۾ وچان هڪدم
واپس وران ها، نه ته پئسو ۽ وقت برابر ضايع ٿين ها. پر مون
اُتي چڱا ڏينهن ڪاٽيا، گهڻوئي پرايم، گهڻوئي مزو ورتم ۽
نه ڪروڌ يا اُبهرائي ڪري ڪا ڪي يا ٻين کي ڪا هاڃي
رسايم. هاڻ جي ڪڏهن به مونهنجو اُتي وري وڃڻ ٿيو شايد ايندڙ
فصل جي خريداريءَ يا ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ، ته اُهي منهنجا
مهربان دوست منهنجي آجيان ڪندا ۽ مونکي پوءِ خوشي ٿيندي
جو اڳئين ڀيري مون اُبهرائي يا ناراضپو نه ڏيکاريو. پر ڪٿي
به هجي، هاڻي گذري سا گذري، منهنجا سڄڻ ۽ هاڻ مونکي
ڇينيڻ سان پاڻ کي اُجايو دکي نه ڪر. جيڪڏهن اهڙو ڪو
ڏينهن اچي جو تون سمجهين ته سڌارٿ توکي هرج ۾ ٿو وجهي
ته پوءِ تنهنجو هڪڙو ئي اکر ڪافي ٿيندو ۽ سڌارٿ پنهنجو
رستو وٺندو. اوستائين بهتر آهي ته پاڻ چڱا متر ٿي رهون."

واپاريءَ سڌارٿ کي خاطري ڪرائڻ جي ڪوشش ٿي
ڪئي ته هو سندس ئي، ڪامسواميءَ جو، نمڪ کائي رهيو
هو، پر سڀ وئرٿ ويو. سڌارٿ پنهنجو ئي تو کائي؛ تنهن

کان سواءِ سيٺ ۾ بين جو تا ڪائين، جنهن تنهن جو تا ڪائين. سڌارت ڪامسواميءَ جي مصيبتن ۽ چنتائن سان ڪو به واسطو ڪو نه رکندو هو ۽ ڪامسواميءَ کي گهڻيئي تڪليفون هيون. جيڪڏهين ڪنهن سؤدي جي نه ٻڌجڻ جو انديشو ٿيو، جيڪڏهين ڪو به مال گم ٿيو، جيڪڏهين قرضدار پئسا ڏيئي نه سگهيو، ته ڪامسوامي ڪڏهن به پنهنجي ساٿيءَ کي زهن-نشين نه ڪرائي سگهندو هو ته ڪو خفي ٿيڻ يا ڪروڌ ڪرڻ، منهن گهنجائڻ ۽ ننڊ ڦٽائڻ مان ڪجهه به ورندو. جڏهن ڪامسواميءَ کيس هڪ دفع چيو ته ”تون سڀ ڪجهه مون کان سکيو آهين،“ ته سڌارت جواب ڏنس: ”اهڙي مسخري نه ڪر. آءٌ توکان سکيو آهيان ته مڇيءَ جي ٽوڪري ڪيترو لهي ۽ اڌارا پئسا ڏيڻ سان ڪيترو وياج ملندو. اِهائي سکيا مونکي تو وٽان ملي آهي. پر مان توکان اِهو ڪو نه سکيو آهيان ته ويچار ڪئن ڪجي، منهنجا پيارا ڪامسوامي. بهتر ٿيندو جي اِها سکيا تون مونکان پرائين.“

هنجي دل ته برابر ڌنڌي ۾ ڪانه هئي. ڪملا لاءِ ناڻو آڻڻ لاءِ ئي اهو کيس ڪارائتو هو ۽ انهيءَ واسطي جيترو کيس احتياج هو تنهن کان وڌيڪ ايندو هوس. تنهن کان سواءِ، سڌارت جي دل جو چاهه ۽ همدردي هئي ماڻهن سان، جن جي ڪمن ڪارين، تڪليفن، خوشين ۽ مورکتاين جي ڄاڻ کيس چندرما جي ڄاڻ کان به گهٽ هئي ۽ اُهي ڪائونس ان کان به وڌيڪ ڏورانهان هئا. جيتوڻيڪ کيس ڪنهن سان به ڳالهائڻ ٻولهائڻ، رلڻ ملڻ، گڏ رهڻ، ڪنهن کان به ڪجهه سکڻ، سولو ۽ سنو لڳندو هو ته به هو انهيءَ حقيقت کان چڱي طرح واقف هو ته ڪجهه مڙيوئي اهڙو آهي جو کيس انهن کان الڳ رکي ٿو- ۽ اهو انهيءَ ڪري هو جو هوُ سنياسي ٿي رهيو هو. هن ڏٺو ته ماڻهو بي سمجهه ٻالڪن مثل يا پسن جيان پيا جيوت

ڪائين جنهن لاءِ ڪيس پيار بہ هو تہ ڏڪار بہ هئي. هن ڪين سخت پورهيو ڪندو ڏٺو، پيڙا سهندو ڏٺو ۽ اهڙين ڳالهين لاءِ انتظار ڪندي سندس مٿو اُچو ٿيندو ڏٺو، جي سندن لاءِ ڪيس ايتري ڳري بها ڏيڻ جي لائق ڏسڻ ۾ نٿي آيون - پئسي لاءِ، تہ خوشين لاءِ، تہ شان مان لاءِ. هن انهن ڪي هڪ ٻئي کي ڇيڀيندو ۽ هاڃي رسائيندو ڏٺو؛ هن انهن کي اهڙن تڪليفن لاءِ روئندو ڏٺو، جن تي سنياسي کلون ڪندا آهن ۽ اهڙين وستن جي کسجي وڃڻ تي دک جوورلن ڪندو ڏٺو جن ڏانهن سنياسين جو جيڪر خيال بہ نہ وڃي. ماڻهو وٽس ڪي بہ آڻيندا هئا تہ هو اُهو سويڪار ڪندو هو. واپاري جو وکري لاءِ ڪپڙو آڻيندو هو تنهنجو آدر ڀاءُ ڪندو هو؛ قرضدار جو اوڌر اُڇي گهرندو هو تنهنجي آجيان ڪندو هو، فقير جي بہ ديکہ ڀال ٿيندي هئي جو ڪلاڪ کن ويهي کيس پنهنجي غريبيءَ جي ڪهاڻي ٻڌائيندو هو، جيتوڻيڪ هو اهڙو غريب نہ هو جهڙو ڪو بہ سنياسي. هُو ڪنهن بہ ڌارئي شاهوڪار واپاريءَ سان نيارو ورتاءُ نہ ڪندو هو، پنهنجي نوڪر ڪان جو سندس سنوارت ڪندو هو ۽ گهورڙين ڪان جن ڪان هو ڪيلا خريد ڪندو هو ۽ ٻن ٽن آنن قرائڻ ۾ ڪيپائيندو ڪين هو. جيڪڏهن ڪامسوامي وٽس ايندو هو ۽ اچي پنهنجون تڪليفون ورنن ڪندو هو يا ڪنهن سؤدي تان کيس ڏوراپو ڏيندو هو تہ هُو کيس شوق ۽ ڌيان سان ٻڌندو هو، مٿس عجب کائيندو هو، هنکي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هو، جتي ضرورت پائيندو هو اتي سندس دل وٺندو هو، نہ تہ منهن موڙي ڪنهن ٻئي سان گفتگو ڪندو هو جو ساڻس ڳالهائڻ گهرندو هو. ۽ ڪيترائي ماڻهو وٽس ايندا هئا - ڪيترا ڌنڌي جي لحاظ کان، ڪيترا کيس ٺڳڻ جي ارادي سان، ڪيترا کيس ٻڌڻ جي شونق کان، ڪيترا سندس همدردي هٿ

ڪرڻ جي اَحتياج کان ۽ ڪيترا سندس صلاح وٺڻ جي ضرورت کان. هو صلاح ڏيندو هو، همدردي ڏيکاريندو هو، سوڪڙيون ڏيندو هو، ڪي قدر پاڻ قرانڻ به ڏيندو هو ۽ هن پنهنجن خيالن کي اِنهيءَ سموري کيل ۾ ۽ جنهن جوش سان ماڻهو ان منجهه ڀاڱو وٺندا هئا تنهن ۾ اهڙوئي رڌل رکيو جهڙو هو اڳي پنهنجي خيالن کي ديوتائن ۽ برهم سان رڌل رکندو هو.

وقتي هو پنهنجي اندر ۾ هڪ نرمل، ڪومل آواز ٻڌندو هو جيڪو کيس اهڙي مات ميٽ ۾ يادگيري ڏياريندو هو ۽ اهڙيءَ شانتيءَ ۾ شڪايت ڪندو هو جو هو اُنکي ٻڌي خير ڪو سگهندو هو. تنهن کان پوءِ هن اَچانڪ اُنيؤ ڪيو ته هو هڪ عجيب قسم جي زندگي ڪاٽي رهيو هو ۽ هوُ ڪيتريون ڳالهيون ڪري رهيو هو جي صرف کيل هيون ۽ جيتوڻيڪ هو بلڪل خوش مزاج هو ۽ وقتي مزو به ايندو هوس، پر سچي جيوت سندس اڳيان گذر ڪندي پئي ويئي ۽ کيس سپرش به ڪونه پئي ڪيائين. جئن کيڏاري جو کينهوڙيءَ سان راند ڪندو آهي، تئن هن به پنهنجي ڌنڌي سان، پنهنجي آس پاس ماڻهن سان، کيليو پئي، جن کي هو جاچيندو هو ۽ جن منجهان کيس وندر پئي ميسر ٿي؛ پر پنهنجي دل ڪري، پنهنجي حقيقي سياءَ جي لحاظ کان، هو اُتي نه هو. سندس ساکيات پاڻ کنهن ٻئي هنڌ رمي رهيو هو، دور دور، ڦرندو پئي هليو، اڳتي ۽ اڳتي، اَڻ ڏٺو، جنهن جو سنبنڌ سندس جيون سان ذرو به نه هو.

ڪڏهن ڪڏهن اهڙن خيالن کان ڀؤ ڪندو هو ۽ چاهيندو هو ته هوُ به ماڻهن جي ٻاراڻن روزانن ڪمن ڪارين ۾ سرگرم ٿيرو وڃي ۽ سچ پچ ساڻن ڀاڱي ڀائي ٿئي، سندن زندگي رهي ۽ ماڻي ۽ نه تماشبينن جيان صرف کين ڏسندو رهي.

هو سوپياوان ڪملا وٽ نت نيم سان ڦيرو ڪندو رهيو،

پريت جي ڪلا گرهڻ ڪيائين جنهن ۾ سڀ ڪان وڏيڪ ڳالهه
اها هئي ته سنڌس لاءِ ڏيڻ ۽ وٺڻ هڪ سمان ٿي پيا هئا.
هوُ ساڻس بات چيت ڪندو هو، ڪائونس سکندو هو، ڪيس
صلاح مصلحت ڏيندو هو، ڪانئس صلاح مصلحت وٺندو هو.
گووند جيڪي ڪي ڪنهن وقت ڪيس سمجهيو ٿي تنهن ڪان
وڌيڪ هوءَ ڪيس سمجهندي هئي. هوءَ گهڻو تڻو سنڌس جهڙي هئي.

هڪ لڳا ڪيس چيائين: ”تون مون وانگر آهين؛ تون بين
ماڻهن ڪان نياري آهين. تون ڪملا آهين ۽ نه ٻي ڪا، ۽
تنهنجي اندر منجهه آهي شانتي ۽ مندر، جنهن ۾ تون ڪنهن
به وقت ايڪانت واسي ۽ پنهنجو پاڻ ٿي سگهين ٿي جئن آءٌ
ٿي سگهان ٿو. ڪن ٿورن ماڻهن ڪي اهڙي شڪتي ۽ لياقت
آهي جيتوڻيڪ هرڪو ماڻهو اهڙي شڪتي ۽ لياقت ڌاري
سگهي ٿو.“

”سڀ ماڻهو نه اهڙا چالاڪ ۽ ٻڌيوان نه آهن،“ ڪملا چيو.

هن ڳالهه جو واسطو نه ٻڌيءَ ۽ چالاڪيءَ سان آهي ٿي
ڪونه، ڪملا“ سڌارٿ چيو. ”ڪامسوامي به اهڙو ٿي چالاڪ
آهي جهڙو آءٌ، پر ان هوندي به هن جي اندر منجهه اُهو مندر،
اُها ايڪانت جي ڪونڙي ميسر نه آهي. بين وٽ اُها
ڪونڙي آهي جي ٻڌيءَ ۾ صرف ٻارن جيان آهن. گهڻي ۾ گهڻا
ماڻهو، ڪملا، هڪ ڪرنڊڙ پَنَ مثل آهن جو پيو هوا ۾ اُٿلي
پٿلي ۽ ڦيرائيون کائي، ڦڙڦڙ ڪندو گهلبو وڃي ۽ پٽ تي
ڪري. ٻر ڪي ٿورا بيا آهن تارن مثل، جي مقرر ٿيل راه
تي سفر ڪن ٿا. انهن کي هوا پهچي نٿي، انهن کي اندر ۾ ئي
پنهنجو رهبر ۽ راه آهن. سيني گيانين منجهه، جن مان گهڻن
جي مونکي سڌ آهي، هڪڙو هو جو انهيءَ ڏِسِ ۾ پورن
هو. آءٌ هنکي ڪڏهين به ڀلجي ڪين ويندس. هوُ آهي
گوتم، سريشٽ پرش، جو آتم سکيا جو پرچار ڪري ٿو. هزارين

جوان هر روز سندس سکيائون ٻڌن ٿا ۽ هر هميشه سندس هدايتن جي پيروي پيا ڪن، پر اهي سڀ آهن ڪرنڊڙ پن؛ انهن کي پنهنجي اندر منجهه اُها ٻڌي ۽ رهبر ڪونه آهي.“

ڪملا ڏانهنس نهاريو ۽ مشڪيو. ”وري به تون هنجي ٻاري ۾ پيو ڳالهائين،“ هن چيس. ”وري به توکي سنياسين جا خيال پيا اَچن.“

سڌارٿ چپ رهيو ۽ هو محبت جي راند کيڏڻ لڳا. ”تون آهين وڏي ۾ وڏو عاشق جنهن سان منهنجي ڏيٺ ٿي آهي،“ ڪملا سوچ ويچار سان کيس چيو. تون منهنجي ڪلا چڱيءَ طرح سکيو آهين، سڌارٿ. ڪنهن ڏينهن، سمي سارو تو منجهان مونکي ٻار ٿيندو. ۽ انهيءَ هوندي به، منهنجا پيارا، تون سنياسي ٿي رهيو آهين. توکي مون سان سچي پريت آهي ئي ڪانه - تنهنجي ڪنهن سان به پريت نه آهي. اها حقيقت ڪين آهي؟“

”ٿي سگهيٿو،“ سڌارٿ چيو. ”آءٌ تو جهڙو آهيان. تون پڻ پريم نٿي ڪري سگهين، نه ته ڪئن جيڪر تون پريم جو ساڌن ڪلا يا هنر جيان ڪرين؟ شايد اسان جهڙا انسان پريم ڪري نٿا سگهن. رواجي انسان ڪري سگهن ٿا - اهو آهي سندن راز، سندن ڳجهارت.“

# سنسار

ڪجھ وقت سڌارٿ سنساري جيون رهيو، پر سنساري ھجڻ بنا. سندس حواس جنکي هن اُنساهي سنياس وارن سالن منجھ ماري مات ڪري ڇڏيو هو سي وري جاڳي اُٿيا. هن دولت، ڪام ۽ بل جي چاشني چکي، پر دل اندر گهڻو وقت ھي سنياسي ٿي رهيو. سياڻيءَ ڪملا اِها ڳالھ جاتي ٿي، ويچار ڪرڻ، ڌيرج ڌارڻ ۽ ورت رکڻ، اِها ڪلا ئي سڌارٿ کي جيوت جي راه تي هلائي رهي هئي. دنيا جا ماڻهو، رواجي اِنسان، سندس لاءِ اُهڙا ئي ٻارڙا هئا جڙن هو ڪانئن الڳ ۽ نيارو هو.

سال گذرندا رهيا. سکي حالتن ڪري سڌارٿ کي خير ڪا ڄاڻ رهي. هو هاڻ ڌنوان هو. ڪجھ سمي کان هن کي پنهنجو گهر ۽ پنهنجا نوڪر چاڪر هئا، ۽ نديءَ جي ڪپ تي شهر جي پسگردائيءَ ۾ باغ پڻ هوس. ماڻهو کيس پائيندا هئا، جيڪڏهن پئسو پنجر ۽ صلاح مصلحت کپندي هئن ته وٽس لنگهي ايندا هئا. انهيءَ هوندي به ڪملا کان سواءِ ٻيو ڪو به گهرو دوست ڪونه هوس.

اُها شاندار، اوچ جاڳرتا، جا هن جوانيءَ منجھ گوتم جي ڀاشڻ ڪانپوءِ، گوتم کان جدا ٿيڻ بعد اُنڀئو ڪئي هئي، اُها چست ۽ لکي آس، اُهو بنا آچارين ۽ متن جي پاڻ تي اَڪيلو ڀاڙڻ جو ناز، پنهنجي هردي اندر پرميشور ڀاڻ ايشوري آواز سڻڻ جي گهري چاهنا، هي سڀ آهستي آهستي هڪ خواب ٿي ويو هو، گذر ڪري ويو. اُهو پوتر چشمو جو ڪنهن

لڳا سندس ويجهو هو ۽ جنهن سندس هردي اندر وڏي
آواز سان ڳاتو هو، سو هاڻي ڏوريءَ تان ڇڪو ۽ جهيڻو
آواز موڪلي رهيو هو. انهيءَ هوندي به ڪيترين ڳالهين جي
هو سنياسين کان سکيو هو، گوتم کان سکيو هو، پنهنجي پتا
کان، برهمڻن کان، انهن کي هن گهڻي وقت تائين سانڍيو:
سنجيدگيءَ واري جيون، ويچار ڪرڻ جي موج، ڌيان ۾ لڳاتار
رهڻ، ڳجهو گيان آتما جو، اَبناسي آتما جو، جو نه آهي سرير،
نه آهي جاڻ ۽ سرت. انهن مان گهڻيئي هن پاڻ وٽ سانڍيون،
ٻيون غرق ٿي ويون ۽ دز سان ڍڪجي ويون. جئن ڪنڀر
جو چڪر هڪواريءَ هلائڻ شروع ڪبو آهي ته پيو ڳچ وقت
پاڻيهي ڦرندو آهي ۽ تنهن کان پوءِ ڍرو ٿيندو ويندو آهي
۽ نيٺ بيهجي ويندو آهي؛ اهڙيءَ طرح تپسيا جو چڪر،
ويچار جو چڪر، وويڪ جو چڪر ڳچ مدت تائين سڌارٿ
جي ٻڌيءَ اندر ڦري رهيا هئا؛ اُهو اَڃا ڦريو پئي، پر ڍرو ۽
هٽڪي هٽڪي ۽ اڃي بس بيهڻ تي هو. آهستي، جئن گهم
مرٽينگه وڻ جي ٿُڙَ اندر پيهي، اُنکي ڪنو ڪندي آهي تئن
سنساري هوا ۽ سستي سڌارٿ جي ٻڌيءَ اندر پيهي ويئون؛
سندس ٻڌيءَ کي ڀري ڇڏيائون، اُنکي ڳرو ڪري ڇڏيائون،
اُنکي ٿڪائي ڇڏيائون ۽ ليٽائي ڇڏيائون. پر ٻئي پاسي وري
سندس حواس وڌيڪ تيز ٿيا، گهڻو ڪجھ سکيا ۽ گهڻو ڪجھ
آزمودو ورتائون.

سڌارٿ سکي ويو هو ته سؤدو ڪئن ڪجي، ماڻهن کي
پنهنجي وس ڪئن آڻجي، اِسترين سان ڪئن پاڻ وندرائجي؛
هو عمدا وستر پهرڻ، نوڪرن تي حڪم هلائڻ، سرهي پاڻيءَ
۾ اشنان ڪرڻ سکيو هو. هو لذيذ، رس ڀريا ۽ خيال سان
بنايل طعام کائڻ، پڻ ماس مڇي ۽ پکي، مرچ مصالح، مال
مٺايون ۽ شراب ورتائڻ سکيو، جنهن ڪيس آلسي ۽ وسرو

ٻاهر چڙهيو. هو ٻاري ۽ شطرنج راند ڪرڻ، ناچ ڏسڻ، ڏولين ۾ چڙهي گهمڻ، نرم بستري تي سمهڻ سگهيو. پر هو پاڻ کي هميشه ٻين کان نيارو ۽ اُوچ سمجهندو هو، هو انهن کي ذرا نفرت جي نگاه سان، ٿوري ٽوڪبازي ۽ ٿوري حقارت سان، انهيءَ ڏڪار سان جا سنياسي هميشه سنساري ماڻهن ڏانهن محسوس ڪندو آهي، ڏسندو هو. جيڪڏهن ڪامسواميءَ کي ڪا آنڌ مانڌ ورندي هئي، جيڪڏهن هُو سمجهندو هو ته سندس بي عزتي ڪئي ويئي آهي، يا جيڪڏهن ڏنڌي جي ڳالهين ۾ ڪا فڪرات ورندي هيس ته سڌارٿ سدائين مٺس ٺٺولي ڪندو هو. پر ڏيري ڏيري، ٻنا ڄاڻ جي، جئن مندون پئي گذريون، تئن سندس ٺٺولبازي ۽ پاڻ کي اُوچ سمجهڻ وارو ڀاوُ به گهٽبا پئي ويا. ٿورو ٿورو ڪري، جئن سندس ڏن دولت وڌندا پئي ويا، تئن سڌارٿ پاڻ به معمولي ماڻهن جون خصلتون پرائڻ لڳو، سندن وانگر ڪي قدر ٻاراڻي هلت هلڻ لڳو، ڪي قدر سندن جيان انتظار ڪرڻ لڳو. ۽ انهيءَ هوندي به هدن لاءِ ڪيس ايرڪا ٿيندي هئي؛ جئن وڌيڪ وڌيڪ انهن جهڙو ٿيندو پئي ويو تئن وڌيڪ وڌيڪ منجهس ايرڪا جاڳندي پئي ويئي. هڪ ڳالهه جا انهن ۾ هئي ۽ جا هن ۾ نه هئي، تنهن لاءِ ڪيس ايرڪا ٿيندي هئي: جنهن نموني ۾ هو پنهنجي زندگي بسر ڪندا هئا تنهنجي اَهميت جو اَحساس، خوشي ۽ غم جي اُونهائي، ساندہ پريم ڪرڻ جي شڪتيءَ منجهان اُتپن ٿيل انتظاريءَ وارو پر ساڳئي وقت مٺاج سان ڀريل آنند. اُهي ماڻهو هميشه پاڻ سان پريم ۾ هئا، پنهنجن ٻارن سان، شان شوڪت ۽ دولت سان، پنهنجي تجويزن ۽ اُميدن سان. پر اهي ڳالهيون هوُ انهن کان نه سکيو، اهي ٻاراڻيون خوشيون ۽ چريائيون؛ هوُ صرف اَڻ وڻندڙ ڳالهيون کانئن سکيو جن لاءِ ڪيس ڏڪار هو. اَڪثر جلد جلد ائين ٿيندو هو جو شام

جو مؤج اُڏائڻ بعد ھؤ ٻئي صبوح جو دير تائين بستري ۾ ليٽيو پيو ھوندو ھو ۽ پاڻکي موڳو ۽ ٿڪل پيو ڀاسندو ھو. ڪامسوامي جيڪڏھن اچي کيس پنھنجين چنتائن ۽ انتظارين سان ھلاڪ ۽ خفي ڪندو ھو ته منيان لڳندي ھيس ۽ بي صبر ٿي پوندو ھو. جيڪڏھن ياري راند ڪندي ھارائيندو ھو ته وٺي زور سان ٽھڪ ڏيندو ھو. سندس چھري مان اڃا به ٻين ماڻھن جي چھري کان وڌيڪ ھوشياريءَ ۽ دماغ جي جھلڪ پئي آئي پر ھو ورلي کلندو ھو ۽ آھستي آھستي سندس چھري تي به اھڙا ئي نشان ظاھر ٿيا جھڙا اڪثر شاھوڪار ماڻھن جي چھرن تي ڏسبا آھن — رنج جا، نا چاڪائيءَ جا، سستيءَ جا، ناراضپي جا ۽ رڪائيءَ جا. شاھوڪارن واري مانسڪ بيماري منجھس پڻ پرويش ڪري ويئي.

پڙدي مثل، سنھي ڪوھيڙي مثل، ٿڪاوت، بيزاري سڌارت مٿان ڦھلجي ويئي، آھستي، ھر روز ڪجھ وڌيڪ گھاٽي، ھر مھني ڪجھ وڌيڪ ڪاري، ھر سال ڪجھ وڌيڪ ڀاري. جئن سمي پائي نئون لباس کھنو ٿئي ٿو، پنھنجو روشن رنگ وڃائي ٿو، منجھس داغ ۽ گھنج اچيو پون، ڪنار کسيو پوي ۽ ڪن ھنڌ ڪمزور ۽ ڪٽل ٿي پوي، تئن سڌارت جي نئين جيوت جا ھن گووند کان جدا ٿيڻ بعد شروع ڪئي ھئي سا جھوني پراڻي ٿي ويئي. ساڳئي نموني، جئن سال ويا نبرندا تئن ھن جي جيوت پنھنجو رنگ ۽ چمڪو وڃائي ڇڏيو: گھنج ۽ داغ منجھس ويا ڪنا ٿيندا، اونھاين ۾ ڇپيندا، ڪٿي ڪٿي ظاھر ٿيندا، کيس غيرت ڏيارڻ لاءِ، نفرت وٺائڻ لاءِ، کيس سچ ٻڌائي سجاڳ ڪرڻ لاءِ. سڌارت کي ڳمُر نه رھي. ھن صرف معلوم ڪيو ته صاف ۽ روشن اندر جو آواز جو منجھس ھڪ دفعو جاڳرت ٿيو ھو ۽ جنھن سدائين سندس عمدين کان عمدين گھڙين ۾ رھبري پئي ڪئي سو خاموش

تي ويو هو.

سنسار کيس پڪڙي ويئو هو؛ عيش عشرت، ايرکا، آلس ۽ آخرين اُهو عيب، جنهنکي هو سڀ کان وڏي بيعقلي سمجهي هميشه ڌڪاريندو هو — مايا جو موه. ڌن، دولت، سمپتي، ۽ مال متاع جي کوڙکي ۾ هو نيٺ ڦاسي پيو. هاڻي هو انهنکي راند يا کيڏوڻو ڪري ڪونه سمجهندو هو؛ هاڻي انهن زنجير ۽ بوجهي جي صورت ورتي هئي. سٺارت ٻاري جي راند رستي هن آخرين ۽ خراب لاهيءَ جي عجيب، ورن وڪڙن وارن پيچرن تي پنڌ ڪرڻ لڳو. جنهن وقت ڪان وني هن دليءَ طرح سنياسپڻو تياڳ ڪيو هو تنهن وقت ڪان وني هو پئسن لاءِ، جواهرات لاءِ، وڏندڙ اُتساه سان ٻاري راند ڪرڻ لڳو — اها راند جنهن ۾ هو اڳي مشڪندي ۽ چاه سان، معمولي ماڻهن جي رسم ۽ رواج سمجهي بهر ونندو هو. هاڻي هو جبرو جؤاري هو؛ ڪي ٿورا ساٿس کيڏڻ جو ست سارينداهئا ڇاڪاڻ ته سندس داءَ تمام ڳؤرا ۽ بي پرواهيءَ جا هوندا هئا. هو راند انهيءَ ڪري ڪرڻ لڳو ڇاڪاڻ ته سندس دل انجي ضرورت تي محسوس ڪئي. هو جؤا رستي نگرو ڌن وڃائڻ ۾ خوشي وٺڻ لڳو. انهيءَ کان وڌيڪ صاف ۽ وڌيڪ چٽو وارو نمونو کيس هوئي ڪونه جنهن ۾ هو ڌن دولت — واپارين جي ڪوڙي ديوتا — لاءِ حقارت ڏيکاري. انهيءَ ڪري هو وڏيون ۽ بي لغام شرطون رکڻ لڳو ۽ جوکم کڻڻ لڳو؛ ساڳئي وقت پاڻکي ڌڪارڻ لڳو، پاڻ تي ٺٺولبازي ڪرڻ لڳو. هن هزار ڪٽيا، هزار وڃايا، هزارن جي اُچل ڏني، جواهرات هارائي، گانؤ وارو مڪان هارايو، وري ڪٽيو، وري وڃايو. اُها اُلٽڻ کيس وٽندي هئي، اها ڀيانڪ ۽ آزار ڀيندڙ چنتا جا هؤ ٻاري راند ڪرڻ وقت، ڀرن دائن رکڻ وقت محسوس ڪندو هو. انهيءَ احساس مان کيس مزو ايندو هو

۽ هو انکي نت نئين رکڻ لاء، وڌائڻ لاء، جوش ۽ قوت ڏيڻ لاء پيو ڪوشش ونندو هو، ڇاڪاڻ ته صرف انهيءَ احساس ۾ ئي هو ڪنهن قسم جو آنند، ڪنهن قسم جو جوش، ڪنهن قسم جو سوادي گذارو، تڙپت ٿيل، ٿڪي، بي رس ۽ بي سوادي زندگيءَ جي وچ، ڏسڻ لڳو ۽ سڀ ڪنهن ياري نقصان کان پوء، هو پنهنجو وقت نئينءَ دولت جي حاصلات ۾ ڪاٽيندو هو؛ شونق منجهان هو ڏنڌو ڪندو هو، قرضدارن کي پئسن واپس ڪرڻ لاء زور ڀريندو هو، ڇاڪاڻ ته وري راند کيڏڻ تي سندس چاهنا ٿيندي هئي، وري پئسي وڃائڻ لي سَڌ ٿيندي هيس، وري ڏن دولت جي لاء نفرت ڏيکارڻ تي سَڌ ٿيندي هيس. نقصان پوندا هيس ته اُڌير تي پوندو هو، قرضدار قرض آهستي آهستي موٽائيندا هيس ته هو صبر وڃائي وهندو هو، فقيرن ڏانهن هاڻي هو وڌيڪ ديا ياوُ ڪونه ڏيکاريندو هو، غريبن ۽ مسڪينن کي سوکڙيون يا قرض ڏيڻ تي دل ڪانه ورندي هيس. هو جو ياري جي اُڇل تي ڏهه هزار شرط رکي پيو هسندو هو سو ڏنڌي ۾ وڌيڪ پڪو ۽ نيچ ٿي پيو ۽ وقتي رات جو پئسي جي باري ۾ خواب لهڻ لڳو. ۽ جڏهن جڏهن انهيءَ نفرت لائق نشي مان سجاڳ ٿيندو هو، ۽ پنهنجو منهن پنهنجي سمهڻ واري ڪمري جي ديوار تي ٽنگيل آرسيءَ منجهه ڏسندو هو، وڌيڪ عمر چڙهيل، وڌيڪ بدزيبو ۽ جڏهن جڏهن شرم ۽ نفرت اچي ويڙهيندا هيس تڏهن هو وري ڀڄندو هو، ڀڄندو هو قسمت جي نئينءَ راند ڏانهن، ڀڄندو هو مونجهاري ۾ نفس پرستيءَ ڏانهن، شراب خوريءَ ڏانهن ۽ اتان وري واپس دولت حاصل ڪرڻ ۽ ڪٺي ڪرڻ جي ڪشش ڏانهن. انهيءَ بي تميز دوڙي ۾ هن پاڻکي ٿڪاري نستو ڪري ڇڏيو، پوڙهو ۽ بيمار ٿي پيو.

تنهن کان پوء هنکي هڪ خواب يادگيري ڏياري. شام

جي وقت، هوُ ڪملا سان گڏ سندس سندر، راحت بخش باغيچي ۾ هو. وڻ هينان وينئي ڳالهيون ڪيائون. ڪملا گنڀيرتائيءَ سان تي ڳالهايو، شوڪ ۽ بيزاري سندس اکين پنيان لڪل هئا. هوءَ ڪيس گوتم جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائڻ لاءِ چئي رهي هئي ۽ جئن ٻڌائين پئي تئن وڌيڪ ٻڌڻ لاءِ هوءَ منتظر ٿيندي ويئي: ڪيترو نه صاف هئا سرپشت پرش جا نيتر، ڪيترو نه مانيطوءِ سندر هو سندس مکارونڊ، ڪيتري نه ڪرپا ڀريل هئي سندس مشڪ، ڪيترو نه شانت-مي هو سندس هلت چلت جو سمورو نمونو. گهڻي وقت تائين هوُ سرپشت ٻُڌ جي باري ۾ ساڻس ڳالهائيندو رهيو ۽ ڪملا ٿڌا ساه پئي ڀريا ۽ چيائين: ”ڪنهن ڏينهن شايد جلد ئي، آءٌ هن ٻُڌَ جي ششڻ ٿينديس. آءٌ ڪيس پنهنجو راحت بخش باغيچو ارپن ڪنديس ۽ سندس سکيائن ۾ اچهو وٺنديس.“ ٻر وري ڪملا ڪيس هرڪايو، ڏ تاريو ۽ محبت جي راند ۾ اڙايو. ڪملا جو منهن سندس منهن جي نزديڪ هو ۽ سندس اکين هينان ۽ سندس مکه جي ڪُنڊن نزديڪ هن پهريون ئي دفع صاف صاف دکدائي نشاني ڏٺي — نفيس گهاريون ۽ گهنج، اها نشاني جنهن خزان ۽ ٻڍاپي جي ياد تي ڏياري. سدارٿ پاڻ جو اجا چاليهن ۾ هو، تنهن پنهنجن ڪارن وارن ۾ ڪٿي ڪٿي اڇا وار ڏٺا هئا. ڪملا جي سوپياوان چهري مٿجه ٿڪاوت ۽ بيزاري نقش ٿيل هئا، بيزاري انهيءَ لمبي پيچري تي هلڻ کان جنهن ڪي ڪو به سکدائي اد يش اڳيان ڪونه هو، بيزاري ۽ ايندڙ پيري، ۽ لڪل ۽ اجا ظاهر نه ٿيل، شايد اجا محسوس نه ٿيل ڀؤ — زندگيءَ جي خزان جو ڀؤ، ٻڍاپي جي ڀؤ، موت جو ڀؤ. ٿڌا ساه ڀريندي، دکه ۽ ڳجهي ڀؤ ۾ ڀريل دل سان، هن ڪملا کان موڪلايو.

سدارٿ تنهن کان پوءِ رات پنهنجي گهر ۾ ناچڻين جي سنگه ۾،

شراب جي خمار ۾ ڪاٽي هئي؛ پنهنجن سنگتين کان پاڻ کي اوچ
سمجهڻ جو مڪر ڪيو هئائين، پر سچ پچ هوُ انهن کان اوچ
نہ هو. هن گهڻو شراب پيتو هو ۽ اَڌ رات جو دير سان وڃي
سمهيو، ٿڪل ٽٽل ۽ اَشانت، ڳوڙها ڳڙڻ لڳي ۽ نا اُميديءَ سان
ڀرپور. ننڊ لاءِ گهڻي ئي ڪوشش ڪيائين پر سڀ نسقل.
سندس دل ايترو تہ دک سان ڀريل هئي جو هن محسوس
ڪيو تہ هاڻي ڪيس وڌيڪ سهن شڪتي ڪانہ رهي هئي. نفرت
سان ايتري قدر تہ ڀرجي ويو جو اُها مٿس غالب پئجي ويئي
اُگري شراب مثل يا انهيءَ سنگيت مثل جو بيحد منوءَ هلڪو
هو، يا نچڻين جي منيءَ مرڪ مثل يا سندن زلفن ۽ چاتيءَ
جي نهايت وٽندڙ عطر مثل. پر سڀ کان وڌيڪ تہ هنکي
نفرت پئي آئي پاڻ منجهان، پنهنجي سڳنڌ ڀريل وارن منجهان،
وات ۾ شراب جي ٻانس منجهان، پنهنجي ضعيف ۽ ڦيڪيءَ
چمڙيءَ منجهان. جئّن کو ماڻهو حد کان وڌيڪ کاني پيني
سان پاڻ ڌلهي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ جڏهين درد کان اُلٽيون
ڪندو آهي تڏهن وڃي پاڻکي بهتر سمجهندو آهي، تئن
هي بي آرام شخص پڻ چاهڻ لڳو تہ هڪڙي ئي ڌڪ سان
هنن مزن ۽ مؤجن کان، هن سموريءَ ڳهيلا ٽپ واري زندگيءَ
۾ پرايل عادتن کان جند آزاد ڪريان. صرف پرهہ ڦٽيءَ جو
جڏهن سندس شهري گهر جي ٻاهران سرگرميءَ جون نشانيون
ظاهر ٿيڻ لڳيون، تڏهن مس مس سندس اک لڳي ۽ ڪن پلڪ،
پاڻ کان غافل، ننڊ جو نالو مس نصيب ٿيس. انهيءَ وقت
اندر هن هڪ سپنو لڌو.

ڪملا کي هڪ ننڍڙو ناچڻد ڳائڻو پکي هڪ ننڍڙي
سونهري پڃري ۾ رکيل هو. هن سپنو اُنهيءَ پکيءَ جي باري
۾ لڌو. هي پکي جو سداءِ صبوح جو ڳائيندو هو، سو اوچتو
چپ ٿي ويو ۽ جئّن انهيءَ ڳالهہ ڪيس ٽپرس ۾ وڌو تئن هو پڃري

ڏانهن وڌي ويو ۽ منجهس ليٽو پاتائين. اهو ننڍڙو پکي مري ويو هو ۽ ڍري ۾ سچيو پيو هو. هن کيس ٻاهر ڪڍيو، گھڙي ساعت هٿ ۾ جهليائينس ۽ پوءِ رستي تي ڪري ڇڏيائينس، ۽ ساڳئي وقت کيس هراس وٺي ويو ۽ سندس دل اندر درد ٿيو جڻ ته مئل پکيءَ کي اڇلائڻ سان پنهنجي اندر ۾ جيڪي نيڪ ۽ قيمتي هوس سو سڀ اڇلي ڇڏيو هئائين.

جڏهن هو سپني مان جاڳيو، تڏهن کيس اُتي دک جو جذبو وڌي ويو. کيس ڏسڻ ۾ آيو ته هن پنهنجي جيون ناڪام ۽ بي سمجهه طرح گنوائي ڇڏي؛ هن وٽ ڪا به مکيه وستو، قيمتي يا پوئين نه رهي هئي. هو هاڻي اڪيلو، سمنڊ جي ڪناري تي پڳل جهاز مان لٿل آيل ماڻهوءَ جيان هو.

اُداس، سڌارت پنهنجي وندر ۽ وِرونهن واري باغيچي ۾ ويو، دروازو بند ڪيائين، هڪ انب جي وڻ هيٺ وڃي ويٺو ۽ پنهنجي دل اندر هراس ۽ موت محسوس ڪيائين. ڏيري ڏيري پنهنجي خيالن کي ڪٺو ڪيائين ۽ پنهنجي سموريءَ جيوت تي، پنهنجي ننڍپڻ جي ڏينهن کان وٺي، جيتري قدر هو ياد ڪري سگهيو، نظرثاني ڪيائين. ڪڏهن هنکي سچو سک پراپت ٿيو هو؟ ڪڏهن هن آنند جو سچو آزمودو ورتو هو؟ هائو، هنکي گهڻيئي دفعا اهڙو تجربو حاصل ٿيو هو. پنهنجي ڇوڪرائپ وهيءَ ۾ هن انجو آنند ورتو هو، جڏهن برهمڻ سندس ساراهه جا ڀڪ پڙهيندا هئا، جڏهن هو پنهنجن سهيوگين کان گوءِ کڻي ويندو هو، جڏهن هو پوتر سلوڪ اُچارڻ ۾ ڪسر ڪڍندو هو، وِدوانن سان واد وواد ۾ پنهنجو جوهر ڏيکاريندو هو، جڏهن پوڄا پرارٿنا ۾ ٻين جي سهايتا ڪندو هو. تڏهن هن پنهنجي دل اندر اُنيؤ ڪيو هو: "مارگ آهي تنهنجي اڳيان جنهن تي توکي سفر ڪرڻو آهي. ديوتائون آهن تنهنجي واسطي ترسيل." ۽ وري جوانيءَ

۾، جڏهن سندس سداءِ اوچ ويندڙ منزل کيس هڪجهڙن جڳياسن جي اَنبوه منجهه ۽ ان کان ٻاهر ڇڪي ويندي هئي، جڏهن هوُ برهمڻ جي سکيائن کي سمجهڻ جو سخت يتن ڪندو هو، جڏهن هرڪا تازي پرايل سکيا منجهس نت نئين پياس جاڳائيندي هئي، ۽ وري پوءِ انهيءَ پياس جي وچ، انهن ڪوششن جي وچ، کيس ويچار ايندو هو: اڳيرو، اَجا اڳيرو، اهو آهي تنهنجو مارڳ. هن اهو آواز ٻڌو هو جڏهن هن پنهنجو گهر ڇڏيو هو ۽ سنياس جي جيون پسند ڪئي هئائين ۽ وري جڏهن سنياسين کي ڇڏيو هئائين ۽ پورن پرش وٽ ويو هو، ۽ پڻ جڏهين نامعلوم منزل لاءِ هنکي ڇڏي هليو ويو. ڪيترو وقت هاڻ ٿي ويو هو جڏهن هن هي آواز ٻڌو هو، ڪيترو وقت هاڻ ٿي ويو هو جڏهن هوُ ڪن بہ اوچاين تي اُڏاميو هو؟ ڪيتري قدر نہ سندس هاڻوڪو رستو ويران ۽ نراسائيءَ سان ڀريل هو! ڪيترا سارا سال ڪنهن بہ اوچ اُديش کان سواءِ هن ضايع ڪيا هئا، بنا پياس جي، بنا آنند پائڻ جي، ننڍ خوشين ۽ ننڍ مزن ۾ پرسن ۽ انهيءَ هوندي بہ سچي پچي، حقيقي ترپتي ڪانہ! بنا ڄاڻ جي، هي سڀ سال هن ڪوشش پئي ورتي هئي ۽ اَبلاڪا پئي رکي هئي انهن سيني ٻين ماڻهن وانگر ٿيڻ جي، انهن ٻارن وانگر ٿيڻ جي، ۽ انهيءَ هوندي بہ سندس زندگي هنن جي زندگيءَ کان وڌيڪ ڏکي ۽ وڌيڪ اَبالي پئي رهي هئي، ڇاڪاڻ تہ انهن جا مقصد ۽ مرادون ساڳيون سندس جهڙيون نہ هيون، نہ وري انهن جا غم ۽ ڏوندر ڪو سندس جهڙا ساڳيا هئا. ڪامسوامي جهڙن ماڻهن جي هيءَ سموري دنيا هئي سندس لاءِ راند مثل، ناچ مثل، ناٽڪ مثل، جنهن جي ڏسڻ لاءِ ماڻهو شائق تو رهي. صرف ڪملا کيس پياري هئي - سندس لاءِ ملهہ واري هئي - اَجا بہ وٽس سندس ملهہ هو؟ اَجا بہ کيس ڪملا جي گهرج هئي -

ڪملا کي ٻه اُڃا سنڌس گهرج هئي؟ هيءَ صرف راند نه هئي جا هو ٻنا مقصد جي کيڏي رهيا هئا؟ ڇا اِهوئي جيوت جو مقصد هو؟ نه، انهيءَ راند کي سڏجي ٿو سنسار، ٻارن جي راند، راند جنهن جو هڪ دفعو، ٻه دفعا، ڏه دفعا کيڏڻ منجهان شايد مزو اچي ٻه — پر انکي سانده کيڏڻ يوگيه هو؟

سڌارٿ کي سڌ هئي ته راند پوري ٿي چڪي هئي، اُها وڌيڪ کيڏڻ بيڪار هئي. سنڌس لڱن مان ڏڪڻي لنگهي ويئي. هن محسوس ڪيو ڄڻ ته ڪي ڪجهه مري چڪو هو.

هوُ اهو سارو ڏينهن اَنب جي وڻ هيٺان ويٺو رهيو، پنهنجي پتا جي ويچار ۾، گووند جي ويچار ۾، گوتم جي ويچار ۾. ڇا هن انهن سڀني کي تياڳ ڪيو هو ڪاماسوامي بڻجڻ واسطي؟

هوُ اُتي ويٺو رهيو جيستين رات ٿي. جڏهن هن متي نهاريو ۽ تارا ڏٺا، تڏهن هن ويچار ڪيو: آءٌ ويٺو آهيان پنهنجي اَنب جي وڻ هيٺان پنهنجي دلپسند باغيچي ۾. هوُ ذرا مشڪيو. اهو ضروري هو، اهو نيڪ هو، اها مورکتا نه هئي جو هن وٽ اَنب جو وڻ ۽ باغيچو هجي؟

سنڌس واسطو اُن سان ختم ٿي چڪو هو. اهو ٻه منجهس مري چڪو هو. هو اُٿيو، اَنب جي وڻ ۽ ورونهن واري باغيچي کي اَلوداع ڪيائين. جڏّن ته هن سارو ڏهاڙو ڪجهه ٻه نه کاڌو هو، هن ڏاڍي بکه محسوس ڪئي ۽ شهر ۾ پنهنجي گهر جو، پنهنجي ڪمري ۽ بستري جو، کاڌي پيل ميز جو ويچار آيس. هن بيزاريءَ منجهان مشڪيو، ڪنڌ ڌوڻيائين ۽ انهن سڀني شين کي اَلوداع ڪيائين.

انهيءَ ساڳيءَ رات سڌارٿ پنهنجو باغيچو ۽ شهر ڇڏيو ۽ وري نه موٽيو. گهڻي وقت تائين ڪاماسواميءَ کيس ڳولي لهڻ جي ڪوشش ڪئي، کيس اِهوئي خيال هو ته هوُ ڪن ڌورن

جي ور چڙهيو هوندو. ڪملا ڪيس ڳولي لهڻ جي ڪا به ڪوشش ڪانه ورتي. ڪيس ڪنهن به قسم جو تعجب ڪونه لڳو جڏهن ڪيس سڌ پيئي ته سڌارت گهر تي ويو آهي. هن هميشه ڪين تي سمجهيو ته ائين ٿيندو؟ هوُ سنياسي ڪين هو، بنا گهرگهاٽ جي، صرف هڪ ياتري؟ سندس پڇاڙيءَ جي گڏجاڻيءَ وقت هن هونئن ڪان وڌيڪ اها ڳالهه محسوس ڪئي هئي ۽ پنهنجي وڇوڙي جي شوڪ ۾ هن ڪي انهيءَ ڳالهه خوشي ڏني ته انهيءَ پوئين موقع تي هن ڪيس پنهنجي ڇاتيءَ لڳايو هو.

جڏهن هن سڌارت جي گهر تي وڃڻ جي پهرين خبر ٻڌي تڏهن هوءَ دريءَ وٽ ويٺي جتي سونهري پڃري ۾ سندس اڻ لڀ ڳائڻو پکي رکيل هو. هن ان پڃري جو دروازو پٽيو، پکيءَ کي ٻاهر ڪڍيائين ۽ اُنکي اُڏائي ڇڏيائين. گهڻي وقت هوءَ گهر تي ويندڙ پکيءَ ڏانهن نهاريندي رهي. انهيءَ ڏينهن کان وٺي هن ڪنهن به ملاقيءَ کي پاڻ وٽ اچڻ ڪونه ڏنو ۽ پنهنجو گهر بند رکيو. ڪجهه وقت کان پوءِ هن کي ڄاڻ پيئي ته سڌارت سان سندس آخرين گڏجاڻيءَ ڪري هوءَ گرڀوتي ٿيل هئي.

# نديءَ ڪناري

سدارٿ شهر کان اڳيئي گهڻو دور، گهمندو ڦرندو اچي ٻن ۾ نڪتو، صرف هڪ ڳالهه جي سڌ هيس - نه هو واپس ڪونه ورندو، جنهن نموني جي جيون هو هيترن سالن تائين رهيو هو سا گذر ڪري چڪي، ماڻهي چڪي ۽ نفرت جي حد تائين خالي ٿي چڪي. ڳائڻو پکي مري ويو، اهو موت جنهن باري ۾ هن خواب لڌو هو، سو سندس هردي اندر پکيءَ جو هو. هوُ سنسار ۾ اونهو لپيٽجي ويو هو، هن سڀني طرفن کان نفرت ۽ موت کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪئي هئي، جئن ڪڪر پاڻي چوسيندو آهي جيستائين صفا پرجي وڃي. هوُ بيزاريءَ سان، درگنيءَ سان، موت سان ڀريل هو؛ دنيا اندر ڪجهه به نه رهيو هو جو کيس ڪشش ڪري، کيس سڪ ۽ آٿت ڏئي.

هن دل ۽ جان سان نيستي چاهي، شانتي چاهي، موت چاهيو. جيڪر صرف ٻجليءَ جو چمڪاٽ اَچي متانئس ڪڙڪي! جيڪر صرف چيتو اَچي کيس ڳرڪائي! جيڪر صرف ڪجهه شراب، ڪجهه زهر، موجود هجي جو کيس نيستيءَ ڏانهن نئي، پاڻ وسارائي ڇڏي، ننڊ ڏيئي ڇڏي ۽ وري نه جاڳائي! ڪا اهڙي بدڪاري ڪانه وڃي رهي هئي جنهن سان هن پاڻ کي نه رنگيو هجي؛ ڪو اهڙو پاپ ۽ مورکتا ڪانه وڃي رهي هئي جو هن کان نه ٿي هجي؛ سندس اندر جو ڪو به داغ ڪونه وڃي رهيو هو جنهن لاءِ هوئي

تلاهي نہ هو؟ انهن حالتن هيٺ هن لاءِ جيئڻ سنيئو هو؟ هن لاءِ اهو هاڻ ممڪن هو وري ساهہ اندر کڻڻ، ساهہ ٻاهر ڪڍڻ، ٻکہ محسوس ڪرڻ، وري کائڻ پيئڻ، وري ننڊون ڪرڻ، وري پوڄا ولاس ڪرڻ؟ هي چڪر سندس لاءِ ختم ۽ پورو نہ ٿي چڪو هو؟

سڏارت ٻن منجهہ شاهي نديءَ وٽ اچي پهتو، اها ساڳي ندي جنهن جي پار ٻاتڻي ڪيس وٺي ويو هو جڏهن هو اڃا نوجوان هو ۽ گوتم جي شهر مان ٿي آيو هو. هو نديءَ وٽ ترسيو ۽ ڪپ تي ٻہ - چتو ٿي بيٺو. ٿڪ ۽ بکہ کيس ڪمزور ڪيو هو. هو ڇو اڳتي وڌي، ڪٿي ۽ ڪهڙيءَ مراد سان؟ وڌيڪ اُديش نہ هو ٿي ڪونہ سواءِ اُونهيءَ درد ڀريل آرزوءَ جي نہ هن سموري منجهيل خواب کان آزاد ٿجي، هي بي سوادي، ٻاسي شراب ٿوڪي ڪڍجي ۽ هن ڪڙيءَ، دکي جيوت جي پڄاڻي آڻجي.

نديءَ جي ڪپ تي هڪ ناريل جو وڻ هو. سڏارت اُلي ٽيڪ ڏني، ٽڙ کي ٻکُہ وڌو ۽ سائي پاڻيءَ منجهہ نهاريائين جو سندس هيٺان وهي رهيو هو. هن هيٺ نهاريو ۽ سندس دل اندر انهيءَ چاهنا زور پڪڙيو نہ پاڻکي هيٺ ڇڏي ڏيان ۽ پاڻيءَ منجهہ غرق ٿي وڃان. جل جو سيات پروجهندڙ خال سندس جيون جي خوفناڪ خال جو اظهار هو، ٻاڇو هو. هائو، هو اُنت تاءِ اچي پهتو هو. هنکي ٻيو چارو هو ٿي ڪونہ سواءِ پاڻ کي ميٽڻ جي، ميسارڻ جي، پنهنجي جيون جي ناڪامياب اُڏاوت کي ناس ڪرڻ جي، اُنکي اُچلائي ڇڏڻ جي، جا ديوتائن جي ٺٺوليءَ جو باعث هئي. اهو ئي ڪم هو جو هن ڪرڻ ٿي گهريو، اُنهيءَ روپ جو خاتمو آڻڻ جنهنکي هن ذڪاريو ٿي! شل مڇيون هنکي ڳرڪائي وڃن، هن ڪُتي جهڙي سڏارت کي، هن ديواني کي، هن گندي دراچاري

سرير کي، هن سست، اُلٽي راهه هلندڙ جيو کي! شل مڇ ۽ واگهو ڪيس کائي کپائي ڇڏين، شل راڪس ڪيس ڏاري ڦاڙي ٽڪر يون ٽڪر يون ڪري ڇڏ ين!

گهنجهيل منهن سان هن پاڻيءَ منجهه گهور ڪري نهاريو. هن پنهنجي شڪل جو پاڇو منجهس ڏٺو ۽ اُنس ٿُڪيائين. هن پنهنجي ٻانهن وڻ جي ٿڙ کان الڳ ڪئي ۽ ٿورو ور کاڏائين جئن مٿي ير وڃي ڪري ۽ هيٺ غرق ٿي وڃي. هو ٿڙيو، اکيون پوري — موت ڏانهن.

اُنهيءَ وقت سندس اندر جي ڪنهن ڏورانهين پاڳي منجهان، سندس ٿڪل جيون جي پورب ڪال منجهان، هن هڪ آواز ٻڌو. اهو هو هڪ شبد، هڪ پد، جو هن بنا ويچار جي ڇپن ۾ اُچارڻ ڪيو - سيني برهمڻن جي پراتن آد ۽ انت، پوتر اوم، جنهن جو ارٿ آهي "پورن پرش" يا "پورنتا". انهيءَ پل ۾، جڏهن اوم جو آواز سندس ڪنن تائين پهتو، سندس سُتل جيءُ جاڳي اٿيو ۽ هن پنهنجي ڪرتوت جي ڇسپائي محسوس ڪئي.

سڌارٿ بي حد ڍهلجي ويو. هو انهيءَ منزل تائين اچي پهتو هو: ايتري قدر نه هو ڪريل هو، ايتري قدر نه هو منجهيل هو، ايتري قدر نه سندس دماغ ڪمزور ٿي ويو هو، جو هن موت جي چاهنا ٿي رکي. اُها چاهنا، اُها ٻاراڻي چاهنا منجهس زور وٺي ويئي هئي: سرير کي ناس ڪرڻ سان شانتي پراپت ڪرڻ جي. هنن ويجهرائي وارين سمورين پيڙائن، حقيقتن جي سموريءَ شناس، سموري نراسائيءَ مٿس اڳي ايترو اثر پيدا نه ڪيو هو جيترو هينئر جڏهن اوم سندس سرت اندر پرويش ڪيو ۽ هن پنهنجي گراوٽ ۽ پاپ محسوس ڪيو.

"اوم"، هن اندر منجهه اُچاريو ۽ ڪيس برهم جي سرت پيئي، جيوت جي امرتائي جي بوجهه پيئي؛ جيڪي ڪي هن

وساري ڇڏيو هو، جيڪي ڪي ايشوري هو، سو ڪيس ياد آيو. پر اهو سڀ هڪ ڪن لاءِ ئي هو، هڪ بجليءَ جو چمڪاٽ. سڌارت، ٽڪ جي غالب پورڻ ڪري، ناريل جي وڻ هيٺ جهڪي ويهي رهيو. اوم جو ڇپن پر اُچارڻ ڪندو، هن پنهنجو متو وڻ جي پاڙن تي رکيو ۽ گهري ننڊ ڪٽي ويس.

سندس ننڊ هئي گهري ۽ بي خواب؛ هنکي گهڻو وقت کان اهڙي ننڊ ڪڏهن ڪانه آئي هئي. جڏهن گهڻن ڪلاڪن بعد جاڳيو، تڏهن کيس ائين نظر آيو جڻ تہ ڏهاڪو سال گذري چڪا هئا. هن پاڻيءَ جي ڪومل ڇولين جو آواز ٻڌو، هنکي سڌ نہ رهي تہ هو ڪٿي اچي نڪتو هو ۽ ڪهڙيءَ منشا سان اتي آيو هو. هن مٿي نهاريو ۽ وڻ ٽڻ ۽ مٿان آسمان ڏسي عجب ۾ پيو. کيس ياد آيو تہ هو ڪٿي هو ۽ ڪئن هتي آيو هو. گهڻي وقت تائين اِتي ترسي وهڻ لاءِ کيس چاهنا ٿي. سندس گذريل جيوت هاڻي کيس هڪ پردي سان ڍڪيل نظر آئي، تمام دور ۽ ڪنهن بہ اهميت کان سواءِ. کيس صرف اها سڌ رهي تہ سندس اڳوڻي جيوت (سڄاڳيءَ ۾ واپس اچڻ جي پهرين گهڙين ۾ سندس اڳوڻي جيوت کيس هڪ ڏورانهين سمي ۾ جنم ورتل مثل نظر آئي، هاڻوڪي جيون جي اڳوڻي جنم مثل) ختم ٿي چڪي، اها ايترو تہ دک ۽ ڪراهت سان پرپور هئي جو هن انکي ناس ڪرڻ ٿي چاهيو، پر نديءَ جي ڪپ تي، ناريل جي وڻ هيٺ، ڇپن تي اوم جي پوتر شبد سان هن پنهنجو پاڻ سنڀاري ورتو هو. تنهن کان پوءِ کيس ننڊ کپي وئي هئي ۽ سڄاڳ ٿيڻ وقت هو دنيا کي هڪ نئين انسان جيان ڏسڻ لڳو. ڪوملتا سان هن اوم جو شبد اُچارڻ ڪيو، جنهن جي اُچارڻ ڪندي کيس ننڊ ڪٽي وئي هئي ۽ کيس ائين پاسڻ ۾ آيو جڻ تہ سندس سموري ننڊ هئي اوم شبد جو ٻڌهو ۽ اونهو اُچارڻ، اوم جو ويچارڻ، اوم

اندر، ٻي نام اندر، ٻرهم اندر پرويش ڪرڻ ۾ سمائجي ويڻ.
ڪهڙي نہ اها وچتر ننڊ هئي! ڪڏهين ٻہ اڳي ننڊ ڪيس اهڙو تازو توانو نہ ڪيو هو، نئون سنئون نہ بڻايو هو، نئين جواني نہ بخشي هئي! شايد هو سچ پچ مري ويو هو، شايد هو ٻڏي ويو هو، ۽ نئين روپ ۾ جنميو هو. نہ، هن پاڻکي سڃاتو، هن پنهنجا هٿ پير سڃاتا، هن جڳهہ سڃاتي جتي هو سمهيل هو، هن پنهنجي سيني اندر پاڻ سڃاتو، سدارت، خود خيالي، پنهنجي وات وٺندڙ. پر هاڻوڪو سدارت ڪي قدر بدليل، ڪي قدر تازو توانو ٿيل هو. هن حيرت جهڙي ننڊ ڪئي هئي. هو بلڪل سجاڳ هو، پرسن هو ۽ عجيب هو.
سدارت اُٿي وينوءِ ڏنائين تہ هڪ ڀڪشو جنهن کي گيڙوءَ رنگو جبو پيل هو، جنهن جي مٿي جا وار ڪوڙيل هئا، سندس سامهون، هڪ خيالي پرش جيان وينو هو. هن انهيءَ ماڻهوءَ ڏانهن نهاريو، جنهنکي نہ هئا وار مٿي تي، نہ هئي سونهاري، ۽ هنکي اجا گهڻو وقت نهاريندي ٿيوئي ڪونہ هو تہ هن سڃاتو تہ هي ڀڪشو، سندس ننڍپڻ جو دوست، گووند هو جنهن سرپشت ٻڌ جي شرن ورتي هئي. گووند بہ هاڻي اوستا جو وڏو ٿيو هو، پر سندس چهري ۾ اجا بہ ساڳيون وصفون پڌريون هيون — اپلاڪا، صداقت، اُڻ تڻ، انتظار. پر جڏهن گووند سندس نگاہ محسوس ڪئي، پنهنجون اکيون مٿي کنيون ۽ ڏانهس نهاريو، تڏهن سدارت سهي ڪيو تہ گووند کيس نہ سڃاتو هو. گووند کيس سجاڳ ٿيندو ڏسي خوش ٿيو. ائين ڏنو پئي تہ هنکي الي ترسڻي گهڻو وقت ٿيو هو جيستائين هو جاڳيو، پر هن کيس سڃاتو ڪونہ هو.
”مونکي ننڊ هئي،“ سدارت چيو. ”تون هتي ڪئن آئين؟“
”تون ننڊ ۾ هئين،“ گووند جواب ڏنو،” ۽ اهڙين جڳهين تي سمهڻ ٺيڪ نہ آهي، جتي اَڪثر ٻيلي منجهان نانگ بلائون



”مونکي ننڊ هئي،“ سڌارٿ چيو. ”تون هتي ڪيئن آئين؟“ [صفحه ٨٩]

۽ جانور اچي پيا شڪار لاءِ ڦرن. آءٌ سريشٽ گوتم، ساڪيه مني ٻڌَ جي ششن مان هڪ آهيان ۽ پنهنجي ڪن گُرُ ڀائين سان گڏ جي ياترا تي وڃي رهيو آهيان. مون توکي خوفائتي هنڌ سمهيل ڏٺو، انهيءَ ڪري مون توکي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي پر جڏهن ڏٺم ته تون گهريءَ ننڊ ۾ آهين تڏهن آءٌ پنهنجن ڀائرن کان پٺتي رهجي پيس ۽ تنهنجي پرسان ويهي رهيس. تنهن کان پوءِ ائين تو ڏسڻ ۾ اچي ته خود مونکي، جنهن تنهنجي مٿان پهرو ڏيڻ ٿي چاهيو، ننڊ ڪٽي ويئي. ننڊ منهنجي مٿان غالب پئجي ويو ۽ مون تنهنجو پهرو سالم نه رکيو. پر هينئر تون سجاڳ آهين، تنهن ڪري هاڻ آءٌ وڃان ٿو ۽ وڃي تو پنهنجن ڀائرن کي رسان."

"آءٌ تنهنجا شڪرانا ٿو مڃان، سنياسي، جو تو منهنجي ننڊ ۾ رکشا ڪئي آهي. سريشٽ پرش جا شش ديالو آهن، پر هاڻ تون پل پنهنجي وات وٺ."

"آءٌ هاڻ وڃان ٿو. شل تون سکي رهين."

"آءٌ تنهنجو ٿورائتو آهيان، سنياسي."

گووند نميو ۽ "نمستي" چئي.

"نمستي، گووند" سڌارت چيو.

بکشو چپ چاپ بيهي رهيو.

"مونکي معاف ڪج، سائين. توکي منهنجي نالي جي ڪئن خبر پيئي؟"

سڌارت انهيءَ تي کلي ڏنو.

"آءٌ نه توکي، گووند، تنهنجي پتا جي گهر کان ۽ برهمڻن جي پاٺشالا کان ۽ پاٺ پوڄائن جي وقت کان ۽ سنياسين سان اسان جي سنگه ۾ رهڻ ۽ جيتاون بن ۾ جنهن وقت تو سريشٽ پرش جي شرن وٺڻ جي پرتگيا ڪئي — انهيءَ سموري وقت کان وٺي توکي سڃاڻان."

”توِن سدارٿ آهين؟“ گووند ڏاڍيان پڪاري چيو.
”هائو، آءٌ توکي سڃاڻان ٿو ۽ مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته
مون توکي هڪدم ڇو ڪين سڃاتو. نمستي، سدارٿ. توکي
وري ڏسي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي.“
”آءٌ پڻ توکي وري ڏسي نهايت خوش ٿيو آهيان. تو
منهنجي ننڊ وقت مون مٿان نگهباني ڪئي آهي. آءٌ وري
به تنهنجي شڪرادائي ٿو ڪريان، جيتوڻيڪ مونکي پهري جي
ضرورت ڪانه هئي. توِن ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين، منهنجا مٽر؟“
”آءٌ ته ڪيڏانهن ڪونه ٿو وڃان. اسين ڀڪشو ته سدائين
راهگير آهيون، سواءِ برسات جي موسم ۾. اسين هميشه هڪڙي
جڳهه کان ٻيءَ جڳهه تائين پيا هلون، نيم انوسار جيوت گذاريون،
ٻڌ مت جو پرچار ڪريون، ڀيک ڪريون، ۽ اڳتي وڌون. سدائين
ساڳيو نمونو آهي. پر توِن ڪيڏانهن ٿو وڃين، سدارٿ؟“
سدارٿ چيو: ”مون سان به ساڳي حالت آهي جيڪا
تو سان، منهنجا دوست، آءٌ ڪيڏانهن ڪونه وڃي رهيو آهيان.
آءٌ پڻ راهگير آهيان. آءٌ ياترا ڪرڻ ٿو وڃان.“
گووند چيو: ”توِن چئين ٿو ته توِن ياترا ڪرڻ نڪتو آهين
۽ آءٌ توتي ويسهه ڪريان ٿو. پر مونکي ڪميا ڪجهه سدارٿ،
توِن ياترين وانگر ڏسڻ ۾ ته ڪونه ٿو اچين. تو ڪپڙا پهريا
آهن شاهوڪارن جهڙا، پيرن ۾ پاتو اٿيئي شوقينن وارو
جوتو، ۽ تنهنجا سڳنڌ ڀريل وار ته ڪنهن ياتريءَ جا نه آهن،
نڪي وري سنياسيءَ جا آهن.“
”تو بيشڪ مونکي چڱيءَ طرح تپاسيو آهي، منهنجا پريتم ۽
توِن پنهنجن تيز نيترن سان سڀ ڪجهه ڏسي رهيو آهين.
پر مون ته توکي ائين ڪونه چيو ته آءٌ سنياسي آهيان. مون
چيو ته آءٌ ياترا ڪرڻ هليو آهيان ۽ اها حقيقت آهي.“
”توِن هليو آهين ياترا ڪرڻ،“ گووند چيو. ”پر تو جهڙن

وسترن سان، تو جهڙيءَ جنيءَ ۽ وارن سان نه ڪي جزوي
ماڻهو پاترا ٿي ويندا آهن. آءٌ ڪيترن سالن کان وٽن ڪندو
رهيو آهيان پر مون ڪڏهن به اهڙو پاتري ڪونه ڏٺو آهي.“

”منهنجو ٽولي ويسهه آهي، گوونڊ. پر اڄ تنهنجو مڪاميلو
اهڙي پاتريءَ سان، اهڙيءَ جنيءَ پيل ۽ اهڙن وسترن ڀريل
سان ٿيو آهي. ياد رک، منهنجا پريه متر، ته هيءُ ڏيکه ويکه
جو سنسار آهي چمڻ ڏينهن جو چٽڪو، اسانجي وسترن
۽ وارن جو پرنگ آهي ڦرندڙ گهرندڙ، بلڪل ڪٽينگ.
اسان جا وار ۽ اسان جا سرير خود آهن فاني. تو جاچيو ٺيڪ
آهي. مونکي شاهوڪار ماڻهن وارا وستر اوپيل آهن ۽ مون
اُهي ڀريا آهن ڇاڪاڻ ته آءٌ شاهوڪار ٿي رهيو آهيان، ۽
منهنجا وار پڻ دنيوي نتوئن وانگر رکيل آهن ڇاڪاڻ ته آءٌ
انهن مان هڪ ٿي رهيو آهيان.“

”پلا، هاڻي تڏهن ڇا آهين، سڌارت؟“

”اِها سڌ نه اٿم، اِها سڌ جيتري توکي، اوتري مونکي.
آءٌ آهيان وانهڙو. آءٌ دولتمند هوس، پر هاڻ ڪونه آهيان ۽
سياڻي ڇا هوندس، اُها سڌ نه اٿم.“

”پنهنجي دولت گنوائي ڇڏي اٿئي ڇا؟“

”مون دولت وڃائي آهي يا اُن مونکي وڃايو آهي -
مونکي پڪ نه آهي. دنيا جي پساري جو چڪر تکو پيو ڦري،
گووند. ڪٿي آهي سڌارت برهمڻ، ڪٿي آهي سڌارت
سنياسي، ڪٿي آهي سڌارت ڌنوان؟ بي بقا وستوءَ جلد ڦري
گهري ٿي، گووند. توکي اها سڌ آهي.“

گهڻي وقت تائين گووند پنهنجي ننڍپڻ واري دوست
ڏانهن گمان ڀريءَ نگاهه سان نهاريندو رهيو. پوءِ هن ڪيس
اهڙي نموني پرنام ڪيو جئن ڪو ڪنهن پدويءَ واري منش
کي ڪندو هجي ۽ رمندو رهيو.

سڌارٿ، مشڪندي ڪيس ويندو ڏٺو. هو اُچا ٽائين ڪيس پيار ڪندو هو، پنهنجي شرڌالوءَ ۽ اون ڪندڙ متر ڪي. ۽ انهيءَ وقت، انهيءَ مهان گهڙيءَ اندر، پنهنجي حيرت انگيز نندرا بعد، **اوم** سان وياپيل، هو ڪٿن تي رهي سگهيو سواءِ ڪنهن نه ڪنهن منش ڪي، سواءِ ڪنهن نه ڪنهن وستوءَ ڪي پيار ڪرڻ جي؟ اهوئي مٿس جادو ٿيل هو نندرا جي سميه ۾ ۽ **اوم** سان ڀرپور هئڻ جي سميه ۾ — هر وستوءَ ڪي هن پريم ٿي ڪيو، جيڪا به وستو هن ڏٺي پئي تنهن لاءِ هو آنند - ميه سنيهه ۾ مگهن ٿي رهيو. ۽ هنڪي ڏسڻ ۾ آيو ته اهوئي سبب هو جو اڳي اهڙو ناچاڪ ٿي گذاريائين چاڪاڻ ته هو ڪنهن به وستوءَ ۽ ڪنهن به منش کي پيار نه ٿي ڪري سگهيو.

مشڪندي، سڌارٿ رمندڙ ڀڪشوءَ ڪي ڏسندو رهيو. نند هنکي ٻل ڏنو هو، پر هڪ ڪيس وياڪل ڪرڻ لڳي چاڪاڻ ته ٻن ڏينهن کان هن ڪجهه به نه ورتايو هو ۽ اهو وقت گذري ويو جڏهن هو هڪ ڪي ٽاري ٿي سگهيو. هلاڪ هوندي به، هن ڪلندي اهو وقت ياد ڪيو. هن ياد ڪيو ته ٽن ڳالهين بابت هن ڪملا سان ڏاڍ هنئي هئي، ٽن اُتم ۽ اُجيت ڪلائن جي: ورت رکڻ، ڌيرج ڌارڻ ۽ ويچار ڪرڻ. اها هئي سندس سمپتي، سندس ٻل ۽ شڪتي، سندس پڪي لٺ، سندس اَڏول آڌار. پنهنجي جوانيءَ وارن هڏ ڏوکي ۽ اُپيوگ وارن سالن ۾، هو صرف اهي ٽي ڪلائون سکيو هو ۽ ٻيو ڪجهه به نه. هاڻي هو اهي گنوائي چڪو هو، ۽ منجهائن ڪنهن هڪ ڪلا جو به هو ڌڻي نه هو، نه ورت رکڻ جو، نه ڌيرج ڌارڻ جو، نه ويچار ڪرڻ جو. انهن جي بدران هن نهايت بيڪار وستو، ڪڻ ڀنگر چيزون، ٽرشنائون، عيش عشرت ۽ ڌن دولت هٿ ڪيون هيون. هو هڪ اوجهڙ راه تي وڃي پيو هو. ۽ هاڻ ڪيس ڏسڻ ۾ آيو ته هو سچ پچ هڪ

معمولي انسان هو.

سڌارت پنهنجي حال تي ويچار ڪرڻ لڳو. ڪيس ويچار ڪرڻ ڪنن لڳو: هنجي سڄي پڇ اهڙي مرضي ۾ ڪانہ هئي پر لاچار ڪرڻو ئي پيس.

هاڻي هن سوچيو، تہ هي سڀ ڪِڻ پنگو وستوَ وري مون کان کسڪي ويئون آهن، آءٌ وري بہ سورج هيٺ بينو آهيان، جتي جڏهن ننڍو بالڪ هوس تڏهن بيهندو هوس. ڪجهہ بہ منهنجو ڪين آهي، نہ ڪجهہ ڄاڻان ٿو، نہ ڪجهہ پلئہ اٿم، نہ ڪجهہ پرايو اٿم. ڪهڙي نہ حيرت جي وارتا چٽبي! هاڻ جڏهن جواني موڪلائي ويئي، جڏهن منهنجا وار تڪڙو اڇا ٿيندا ٿا وڃن، جڏهن طاقت گهٽبي ٿي وڃي، تڏهن وري بالڪ وانگر ٿو شروعات ڪريان. هنکي وري مشڪڻو پيو. هائو، هنجي پرالبڌ عجيب هئي! هو پنتي پوندو پئي ويو، هاڻ هو سنسار ۾ وري ٿلهو، ننگو ۽ اجاڻ بينو هو. پر ڪيس ان بابت دک ڪونہ ٿيو: نہ، ڪيس تہ اُنلو کلڻ جي گهڻي خواهش ٿي، پاڻ تي کلڻ جي، هن وچتر مورک سنسار تي کلڻ جي!

تنهنجي جيوت جي ڌارا تہ پٺ تي موٽ کائي رهي آهي، پاڻ کي چيائين ۽ کلڻائين، ۽ جتي هن اهي اکر چيا، تتي سندس نظر وڃي ندي ۽ تي پيئي ۽ هن ڏٺو تہ ندي پڻ چوج مان ڳائيندي، ساندہ پٺ تي وهي رهي هئي. انهي ڳالهہ مان ڪيس ڏاڍي پرسنتا ملي: هو ندي ۽ تي خوش ٿي مشڪڻ لڳو. اها ساڳي ندي ڪين هئي، جنهن ۾ هن هڪواري ٻڏڻ ٿي چاهيو—سوين سال اڳي— يا هن ڪو خواب لڌو هو؟

ڪهڙي نہ عجيب نموني ۾ هن پنهنجي جيون ڪاٽي هئي، هن سوچيو. هو عجيب ڦيرن تي پنڪيو هو. بالپڻ ۾ ديوتائن سان ۽ پاٺ پوڄائن ۾ رڌل هوس، ننڍپڻ ۾ تپشيا، ويچار ۽

ڏيان ۾ مگھن رهيس. آءٌ هوس ٻرهمڻ جي ڪوچ ۾ ۽ آتما اندر
جيڪي انادي ۽ ابناسي آهي تنهنجي پوڄا پئي ڪيم. جواني
۾ مونکي پراشچت جي ڪشش ٿي. ٻن وسايم، گرمي ۽ سردي
سٺم. ورت رکڻ سکيس، سرير تي سوڀ پائڻ سکيس. تنهن
ڪان پوءِ سريشٽ ٻڌ جي اپرچ جهڙي سکيا مان واقف ٿيس.
مون انڀو ڪيو ته جاڻ ۽ جڳت جي ايڪتا مون منجهه
منهنجي رت مثل دؤرو ڪري رهيون آهن، پر ٻڌ ۽ سريشٽ
وديا کي ڇڏي ڏيڻ جي لاچاري پڻ محسوس ڪيم. آءٌ
ويس ۽ وچي ڪملا ڪان پريت جا پوڄ ۽ ولاس ۽ ڪامسواميءَ ڪان
وڻج واپار سکيس، ڏن ميڙيم، خوب اڏايم، لذيذ ۽ سوادي پوڄڻ
ڪائڻ سکيس، اندرين کي آپارڻ سکيس. اهڙيءَ ريت گهڻيئي
ورهيه ضايع ڪيم پنهنجي سڌ ٻڌ وڃائڻ ڪاڻ، ويچار شڪتي
وڃائڻ ڪرڻ ڪاڻ ۽ وسٽن جي ايڪتا وسارڻ ڪاڻ. اهو
سچ نه آهي، ته ڏيري ڏيري ۽ گهڻين ٿي گمراهين ڪان پوءِ،
آءٌ مرد مان ڦري بالڪ ٿي پيو آهيان؟ ويچاروان مان ڦري
رواجي منش؟ ۽ انهي هوندي به هي پيچرو ڪارائتو ٿيو آهي
۽ منهنجي سيني اندر پکي مري ڪونه ويو آهي. پر ڪهڙو
نه عجيب هيءُ پيچرو! ڪيتريءَ نه مورکتا جو، ڪيترين نه
مداين جو، ڪيترين نه ڀُلن جو، ڪيڏي نه ڏڪار جو، اکين
ٿان پردي هٽڻ جو، ۽ دک جو آزمودو پرائڻو پيم صرف وري
بالڪ ٿيڻ ۽ جيوت نئين سر چالو ڪرڻ ڪاڻ. پر اهو نيڪ
هو، ته ائين ٿئي. منهنجا نيتر ۽ منهنجو هردو انجو سٽڪار
ٿا ڪن. مونکي نراشا جي آزمودي مان لنگهڻو هو، مونکي
من جي نيچ اونهاين ۾، ۽ آپگهات جي ويچارن ۾ غرق ٿيڻو
هو، انهيءَ لاءِ ته رحم جي درشٽي پايان، وري اوم شبد
سٽان، وري گهري ننڊ ماڻيان، ۽ تازو توانو ٿي اٿان.
مونکي وري مورک ٻڻجڻو پيو انهيءَ لاءِ ته آتما پاڻ منجهه

ڏسان. مونکي پاپ ڪرڻو پيو انهي لاءِ تہ وري زنده رهان.
اڇا منهنجو پيڇرو ڪيڏانهن مونکي وٺي هلندو؟ اهو پيڇرو
آهي مورکتا جو، اهو وڃي ٿو ورن وڪڙن ۾، شايد گول چڪرن
۾ پر اهو ڪهڙي بہ طرف هلي، آءٌ انهي ڪئي ويندس.

هن پاڻ منجهہ مها آنند پرويش ڪندو انڀؤ ڪيو.

اهو ڪتان ٿو اچي؟ هن پاڻ کان پڇيو. هن آنند ياڻ جو
ڪارڻ ڪهڙو؟ انجو ڪارڻ منهنجي عمدي ننڊ گهري نند آهي
ڇا جنهن مونکي هيترو لاڀ رسايو آهي؟ يا ان جو ڪارڻ
آهي اوم جو شبد جو مون اُچارن ڪيو؟ يا ڇاڪاڻ تہ آءٌ
ڀڄي نڪتو آهيان، ڇاڪاڻ تہ منهنجي ڀاڄ ڪامياب ٿي آهي،
ڇاڪاڻ تہ آءٌ نيٺ وري ڇٽل آهيان ۽ آڪاس هيٺ ٻالڪ
جيان بيٺو آهيان؟ آها، هي ڀاڄ ڪهڙي نہ ڪارائتي ٿي
آهي، هي ڇوٽڪارو! جنهن هنڌان آءٌ ڀڄي نڪتو آهيان،
اتي وايو هئي چمڪي جي، سڳند جي، گهڻ جي، سستيءَ
جي. مون ڪيڏو نہ ڌڪاريو ٿي انهيءَ دولت ڀريءَ دنيا کي،
شراب خوريءَ ۾ مخمور ۽ جؤابازي ۾ سرگرم! ڪيترو نہ پاڻکي
ڌڪاريم ٿي انهيءَ هيبتناڪ دنيا اندر ايترو وقت گهارڻ لاءِ!
ڪيترو نہ پاڻکي ڌڪاريم، پنهنجي آڌو آيس، پاڻکي زهر
پيارم، ڪشت ڏنم، پاڻکي ڪراڙو ۽ ڪوجهو ڪيم. وري
ڪڏهن بہ اهڙو ويچار نہ ڪندس تہ سڌارت سياڻو آهي
جئين اڳي ڇوج منجهان پاڻکي پيو سمجهندو هوس. پر
هڪڙي ڳالهہ مون چڱي ڪئي آهي، جا مونکي خوشي ٿي
ڏئي ۽ جنهنکي آءٌ ساراهيان ٿو ـــ تہ انهيءَ پاڻ ڌڪاريندڙ،
مورکتا واريءَ، سکڻيءَ جيون جو انت آندو اٿم. آءٌ توکي،
ڏنيواد ٿو ڏيان، سڌارت، جو هيترن سالن جي گمراهين کان
پوءِ، توکي هڪ نيڪ ۽ ڪارائتو ويچار آيو آهي، تہ توڪجهہ
ڪڙيو ٿي پراپت ڪيو آهي، تہ تو پنهنجي سيني اندر پکيئڙي

جي لاٽ ٻڌي آهي ۽ انجي پيروي ڪئي آهي.

اهڙيءَ طرح هن پاڻ کي ساراهيو. پاڻسان پرسن ٿيو ۽ سندس پيٽ جو ٻه وچان گڙ گڙ ڪري رهيو هو تنهنجي گهر جن ڏانهن عجب وچان ڏ يان ڏنو. هو سمجهڻ لڳو ته هن گذريل وقت ۾ پنهنجي دک ۽ درگنتيءَ مان ڪي ڪجھ پورن ريت چڪي ٿوڪاريو هو، جنهن هنکي ذري گهٽ نراسائيءَ ۽ موت جي حد تائين رسايو هو. پر جيڪي ٿيو سو سڀ نيڪ هو. هو ڪامسواميءَ سان اڃا به وڌ يڪ وقت رهي سگهي ها، ناڻو ڪنو ڪري ۽ وڃائي سگهي ها، پنهنجي سرير کي ڪارائي ۽ پنهنجي آتما ڏانهن بي پرواهه ٿي سگهي ها؛ هو اڃا به گهڻو سمو انهيءَ ڪومل، چڱي طرح سينگاريل نرڪ اندر رهي سگهي ها، جيڪڏهن هيءَ ڳالهه نه ٿئي ها، هيءَ پورن نااميدي ۽ نراسائيءَ جي گهڙي نه اچي ها، اها انتظار واري گهڙي، جڏهن هو وهندڙ پاڻيءَ مٿان نمڙي بيٺو هو، آپگهات ڪرڻ لاءِ تيار. هيءَ نراسائي، هيءَ حد نفرت جا هن محسوس ڪئي هئي سا مٿس غالب پئجي نه سگهي هئي. پکيڙو، صاف چشمو ۽ سندس اندر جو آواز اڃا زنده هئا — اهوئي سندس خوشيءَ جو ڪارڻ هو، اهوئي سندس کلڻ جو ڪارڻ هو، اهوئي ڪارڻ هو جو سندس چهرو سفيد وارن هيٺان پئي ٻهڪيو.

سڀ ڪنهن ڳالهه جو ازخود آزمودو پرائڻ نيڪ آهي، هن سوچيو. ٻالپڻ ۾ سکيس ته دنيا جا سک ۽ پدارٿ نيڪ نه آهن. اها سڌ ته مونکي گهڻي وقت کان هئي پر اُنجو آزمودو مونکي اڃا هاڻ مليو. اُنجي هاڻ مونکي نه صرف ٻڌيءَ دواران خبر پيئي پر پنهنجن نيترن دواران، پنهنجي هردي دواران، پنهنجي پيٽ دواران. اهو نيڪ آهي جو مونکي ازخود اها جاڻ پيئي.

هن پاڻ منجهه آيل ڦيري تي گهڻو وقت ويچار ڪيو، اندرئين پکيڙي کي خوشيءَ ۾ ڳائيندو ٻڌائين. جيڪڏهين

سنڌس اندر وارو پڪيڙو مري وڃي ها ته ڇا هوُ ناس ٿي وڃي ها؟ نه، ڪجهه بيو منجهس مري چڪو هو، اهو ڪجهه جو هن پاڻ گهٽي وقت کان پئي چاهيو ته جيڪر ناس ٿي وڃي. ڇا، هي اهو ساڳيو نه هو، جو هن سنياسپڻي جي اُتساهه واري وقت ۾ ناس ڪرڻ ٿي چاهيو؟ اهو سنڌس آپو، اهم ڀاؤ نه هو، سنڌس ننڍڙو، خوفناڪ، هٺيلو 'پاڻ'، جنهن سان هو هيترن سالن تائين ڪشتي لڙي رهيو هو، جنهن مٿس سدائين پئي جيت پاتي، جو هر ويل وري پئي ظاهر ٿيو، جنهن سنڌس آنند لٽي ڇڏيو هو ۽ کيس ڀؤ سان ڀري ڇڏيو هو؟ ڇا، هي اهو ئي نه هو جو اَڄ اڳو پوءِ هن دل بهار نديءَ جي ڪپ تي بن اندر مري چڪو هو؟ اهو انهي ناس ٿيڻ ڪري ڪين هو جو هو هاڻ ٻالڪ مثل هو، ايتري وشواس ۽ آنند سان ڀرپور، بنا ڪنهن ڀؤ جي؟

سڌارٿ هاڻ ايترو به محسوس ڪيو ته جڏهين هوُ برهمڻ ۽ سنياسي هو تڏهين ڇو سنڌس سڀ ڪوششون 'پاڻ' کي فنا ڪرڻ لاءِ وئرٿ ويئون هيون. حد کان وڌيڪ وديا سنڌس راهه ۾ رڪاوٽ هئي؛ حد کان وڌيڪ پوتر سلوڪ، حد کان وڌيڪ ڌرمي ڪريائون، حد کان وڌيڪ تن جا تسا، حد کان وڌيڪ هٺ هڻڻ ۽ پاڻ پڇاڙڻ — اهي سنڌس آڏو پئي آيا. هوُ گهمنڊ سان ڀريل هو؛ هن ٻاڪي هميشه سڀني کان وڌيڪ هوشيار ٿي ڄاتو، سدائين وڌيڪ اُتساهه رکندڙ، سدائين ٻين کان هڪ قدم اڳرو، سدائين وڏوان ۽ ٻڌيوان، سدائين پروهت يا گياني. سنڌس پروهتپڻي، سنڌس اِيمان، سنڌس ٻڌوانپڻي منجهه سنڌس آپو رڙهي ويو. هوُ اتي نهي ٽڪي وينو ۽ اُسرندو رهيو جيتوڻيڪ کيس اِهو ئي خيال پئي رهيو ته هوُ اُپواس ۽ پراشچت دوارا اُن کي نابود ڪندو ٿي ويو. هاڻي هن سمجهيو ۽ اُنڀؤ ڪيو ته سنڌس اندر جو آواز ٺيڪ

هو، ڪنهن به آچاريه دواران ڪيس مڪتي پراپت ٿيڻي ڪانه هئي. اِهوئي ڪارڻ هو جو ڪيس دنيا ۾ گهڻو پيو، ۽ طاقت ۾، اِسترين ۾، ناٽڪي ۾ ڪيس پاڻ گنوائڻو پيو؛ اِهوئي ڪارڻ هو جو ڪيس واپاري، چڪائي، شرابي ۽ پڌارٿي بڻجڻو پيو، جيستائين ڪ منجهس پروهتپڻو ۽ سنياسپڻو مري مات ٿيا. اِهوئي ڪارڻ هو جو ڪيس اِهي خوفناڪ ورهيه ڪاٽڻا پيا، اُبتا سهڻا پيا، اَنت تائين نلهي ونرت جيوت جي پاڳلپڻي جو سبق سکڻو پيو، جيستائين ڪ هو ڪڙي نراسائي جي اَوستا کي پهتو، انهيءَ لاءِ ته پوءِ ولاسي سڌارٿ ۽ پريو پاڳيو سڌارٿ مري سگهي. هوُ مري چڪو هو ۽ نئون سڌارٿ پنهنجي ننڊ مان سجاڳ ٿيو هو. هي به نيٺ پيرسن ٿيندو ۽ مري ويندو. سڌارٿ ڪِڻ ڀنگ آهي، سڀ روپ ڇڻن ڏينهن جو چٽڪو آهن، پر اَڄ هوُ جوان هو، هوُ ٻالڪ هو — نئون نڪورو سڌارٿ — ۽ هوُ اَتي پرسن هو.

اِهي ويچار سندس من ۾ پئي اُتپن ٿيا. مشڪندي، هن پنهنجي پيٽ پوڄا جو خيال ڪيو، پون پون ڪندڙ ماکيءَ جي مک ڏي هن شڪرگذاريءَ منجهان ڪَن ڏنو. آنند وچان هن وهندڙ نديءَ ۾ نهاريو. ڪنهن به ٻيءَ نديءَ ڪيس ايترو موهت نه ڪيو هو جهڙو هن. ڪڏهن به اڳي ڪيس وهندڙ پاڻيءَ جو آواز ۽ روپ اهڙو سهڻو ۽ سندر نه لڳو هو. ڪيس ائين ڀاسڻ ۾ آيو جڻ ته نديءَ کي ڪجهه وشيش ٻولڻو هو، اُهو ڪجهه جنهن جي ڪيس لَک نه هئي، اُهو ڪجهه جو سندس لاءِ اَڃا تائين ٿيڻ وارو هو. سڌارٿ پاڻ کي هن نديءَ ۾ ٻوڙڻ جي چاهنا رکي هئي؛ اُهو پراڻو، ٿڪل ٽٽل، نراس ٿيل سڌارٿ اَڄ منجهس ٻڏي چڪو هو. هي نئون سڌارٿ هن وهندڙ پاڻيءَ لاءِ اَتي پريم محسوس ڪرڻ لڳو ۽ نشچيه ڪيائين ته هو اهڙو تڪڙو وري ڪيس ڇڏي ڪونه ويندو.

# پاڻيٺي

اُهو هن نديءَ جي پر مٿي رهندس، سڌارت ويچار ڪيو. هيءَ اُهائي ندي آهي جا شهر ڏانهن ويندي پار ڪئي هيم. هڪ ڀيرو پاڻيٺي مونکي پار وٺي هليو هو. اُهو وٽس ويندس. هڪ ڀيرو منهنجو مارڳ مونکي سندس جهوپڙيءَ وٽان اُنهيءَ نئين جيوت ڏانهن وٺي هليو جا هاڻ ڳري گذري، مري چڪي آهي. شل منهنجي هاڻوڪي راهه، منهنجي نئين جيوت، اتان شروع ٿئي!

هن وهندڙ پاڻيءَ مڏهه پريم وچان نهاريو. صاف ساواڻ منجهه، سندس وچتر روپ جي بلوري ريکائن منجهه. نديءَ جي اونهاين منجهان اڀرندا ڏنائين چمڪندڙ موتي، ڦوٽا، بد بدا، درسنيءَ تي ترندا جن ۾ آسماني نيلاڻ جو پرتوو پئي پيو. ندي نهارڻ لڳي، ڏانهنس، هزار نيترن سان — ساون، سفيد، نرمل، نيلن نيترن سان. نديءَ لاءِ ڪيتر و نه پريم هوس، ڪيڏي نه ڏانهنس ڪشش هئس، ڪيڏو نه سندس تورائتو هو! پنهنجي هردي اندر هن نئين سر جاڳيل آواز کي بوليندو ٻڌو، ۽ انهيءَ کيس چيو: ”نديءَ سان پريم رک، انجي پر مٿي رهه، ان کان سکيا پراءِ.“ هائو، هن کانئس سکڻ ٿي چاهيو، هن کيس ٻڌڻ ٿي چاهيو. کيس ڏسڻ ۾ آيو ته جيڪو به نديءَ ۽ انجي رازن ۽ ڳجهن کي پروڙيندو سو گهڻيئي ڳجهه، سڀيئي ڳجهه سمجهي سگهندو.

پر اَڄ هن نديءَ جي ڳجهن مان صرف هڪ ڳجهه سمجهيو،

اهو ڳجهه جنهن سندس آتما کي سوگهو جهليو. هن ڏٺو ته پاڻي ساندہ پٺي وهيو، پٺي وهيو ته به اهو سدائين اُتي ئي هو؛ اهو سدائين ساڳيو ئي هو ۽ انهيءَ هوندي به پل پل ۾ نت نئون هو. ڪير اِهو پروڙي سگهندو، ڪير اِهو ويچاري سگهندو؟ هُو اِها ڳالهه سمجهي ڪين سگهيو؛ ڪيس صرف چاڻ هئي اَڻ لکي شنڪا جي، جهڪيءَ ياد جي، ايشوري آواز جي.

سدارٿ اُٿيو؛ بک جا وٽ سهڻ کان ٻاهر هئس. هو نديءَ جو ڪپ ڏيئي ڏکيائيءَ سان پنڌ ڪندو هليو، پاڻيءَ جي چولين کي ڪَنُ ڏيندو هليو، پيٽ ۾ بک جي ولوڙن کي ڪَنُ ڏيندو هليو.

پتڻ وٽ پهتو ته ٻيڙي اڳيئي اُتي بيني هئي ۽ پاتڻي جنهن هڪ دفعو نوجوان سنياسيءَ کي پار نيون هو سو ٻيڙيءَ ۾ بينو هو. سدارٿ وري کيس سڃاتو. هُو به گهڻو پيرسن ٿي ويو هو.

”تون مونکي پار وٺي هلندين؟“ هن پڇيو.

پاتڻي اهڙي معتبر ماڻهوءَ کي اَڪيلو ۽ پيرين پنڌ ڏسي وسميہ ۾ پيو، کيس ٻيڙيءَ ۾ چاڙهيائين ۽ روانو ٿيو.

”تو ته پنهنجي لاءِ شاندار جيوت چونڊي آهي،“ سدارٿ چيو. ”هن نديءَ جي پر ۾ رهڻ ۽ هر روز ان تي سفر ڪرڻ وڻندڙ ئي هوندو.“

ٻيڙيءَ واري هلڪيءَ لوڏ سان ڏانهنس منهن ورائي مشڪيو.

”بيشڪ وڻندڙ آهي، سائين. جئن تون چوين ٿو، پر هرڪا زندگي ۽ هرڪو ڪار يہ وڻندڙ نہ آهي؟“

”هجي به پر آءٌ ته تنهنجي سان تو ريس ڪريان.“

”پر ان لاءِ تنهنجي پسندي جلد ئي غائب ٿي ويندي. هي ڪم عمدن وسترن ڀريل ماڻهن جي ڏانوَ جو نہ آهي.“

سڌارٿ کلي ڏنو. ”اڄ انهن ڪپڙن جي ڪري اڳيئي پاڻ بابت رايو ملي چڪو آئم ۽ شڪي نگاه سان ڏنو ويو آهيان. تون هي ڪپڙا مون کان وٺندين، جن کي آءٌ هڪ آزار تو سمجهان؟ چاڪاڻ ته آءٌ توکي ٻڌائڻ ٿو گهران ته نديءَ جي پار اڪارڻ لاءِ توکي اُجوري ڏيڻ لاءِ مون وٽ پئسو ئي ڪونهي.“

”ڀلومانس شايد چرچو ٿو ڪري،“ پاتڻيءَ کلي چيو.

”آءٌ پوڇي ڪونه ٿو ڪريان، منهنجا مٽر. هڪ ڀيرو اڳي تو مونکي بنا اُجوري نديءَ جي پار لنگهايو هو، اڄ به ديا ڪري ائين ڪر ۽ انهي بجاءِ مون کان ڪپڙا وٺ.“

”۽ ڇا، ڀلو مانس بنا وسترن پيو هلندو؟“

”آءٌ اڳيرو وڃڻ ڪونه ٿو چاهيان. آءٌ ته ائين چاهيندس ته تون مونکي ڪي پراڻا ڪپڙا ڏين ۽ هتي پنهنجو ساٿي ڪري رکين يا بهتر ته پنهنجو سيکرات، چاڪاڻ ته آءٌ سکڻ ٿو چاهيان ته ڪِشتي ڪئن هلائجي.“

پاتڻي گهڻو وقت تائين هن مسافر کي گهور ڪري نهاريندو رهيو.

”آءٌ توکي سڃاڻان ٿو،“ آخر هن چيو. ”هڪ ڀيري تون منهنجي جهوپڙيءَ ۾ سمهيو هئين. انهيءَ کي گهڻو وقت ٿيو، شايد ويهارو سالن کان به مٿي ٿي ويا هجن. آءٌ توکي نديءَ پار وٺي هليو هوس ۽ پاڻ مترتا ڀاءُ سان جدا ٿيا هئاسين. تڏهن تون سنياسي ڪين هئين؟ مونکي تنهنجو نالو سو ياد نه آهي.“

”منهنجو نالو آهي سڌارٿ ۽ آءٌ هوس سنياسي جڏهن تو مونکي انهيءَ ڀيري ڏٺو هو.“

”تون ڀلي آئين، سڌارٿ. منهنجو نالو آهي واسديو. اُميد ته تون اڄ منهنجو مهمان ٿي رهندين ۽ منهنجي جهوپڙيءَ ۾ آرام ڪندين ۽ ٻڌائيندين ته تون ڪٿان ٿو اَچين ۽ ڇو تون

پنهنجن اوچ وسترن مان اهڙو ڪڪ ٽيو آهين.“

هوُ نديءَ جي وچ سيُر ۾ اچي پهتا هئا ۽ زبردست وهڪري جي ڪري واسديو کي وڏيڪ زور سان ونجهه هلائڻو پيو. هوُ پنهنجين ڄمڙين ٻانهن سان، ٻيڙيءَ جي چيڙي کي نظر ۾ رکندو، ڏيرج سان ٻيڙي هاڪاريندو هليو.

سڌارٿ ويهي رهيو ۽ هنکي جاچيندو رهيو ۽ ياد پيس ته ڪئن هڪ ڀيرو گذري ويل سنياسپڻي جي ڏينهن ۾ هن انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ پريم محسوس ڪيو هو. هن واسديو جي ڪوت شڪرانن سان انگيڪار ڪئي. جڏهن هوُ نديءَ جي ڪپ تي پهتا، تڏهن هن ٻيڙيءَ کي ٽائينڪي ڪرڻ ۾ کيس واهر ڪئي. تنهن کان پوءِ واسديو هنکي جهوپڙيءَ منجهه وٺي ويو، روٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي آڇ ڪيائينس جا سڌارٿ مزي سان کاڌي ۽ انب پڻ کاڌائين جو واسديو کيس ڏنو.

ڏير پرو، جڏهن سج لهڻ تي هو، هوُ نديءَ ڀر وڻ جي ٿڙ تي ويهي رهيا ۽ سڌارٿ کيس پنهنجي اصل نسل ۽ پنهنجي زندگيءَ جي وارتا ٻڌائي ۽ اهو به ڄاڻايائينس ته ڪئن نراسائيءَ جي گهڙيءَ کان پوءِ اڄ کيس ڏٺو هئائين. اها ڪهاڻي رات جو دير تائين هلي پوري ٿي.

واسديو ڌيان سان ٻڌندو رهيو، سندس اصل نسل ۽ ٻالڪ اوستا بابت، سندس اڀياس بابت، سندس آشائن، سندس عيشن ۽ گهرجن بابت هن سڀ ڪجهه ٻڌو. پاڻيءَ جو سڀ کان سٺو گڻ، جو ڪن ٿورن ۾ هوندو، سو اهو هو ته ڪئن ڌيان سان ٻڌجي. ڳالهائيندڙ محسوس ڪيو ته واسديو ڪجهه به ڪڇڻ بنا، سندس اکر اکر مانت ميت ۾ چاهه منجهان ٻڌي رهيو هو ۽ ڪجهه به ڪانئس گتو نه هو. هوُ ڪنهن به ڳالهه لاءِ اڌير نه ٿيو ۽ نه ساراهه ڪيائين، نه ڏوهه ڏنائين — هوُ صرف ٻڌندو ئي رهيو. سڌارٿ محسوس ڪيو ته اهڙو

ٻڌندڙ هئڻ ڪهڙي نه خوش قسمتيءَ جي ڳالهه هئي، جو سندس جيون منجهه، سندس جتنن منجهه، سندس ڏکن منجهه لين ٿي ٿي سگهيو.

ڪهاڻي اچي پوري ٿيڻ تي هئي جو سڏارت ٻڌايس، نديءَ جي پر واري وڻ بابت، پنهنجي تار ٻراسائيءَ بابت، پوتر اوم بابت، ۽ ننڍ کان پوءِ نديءَ لاءِ ڪهڙو نه اُنهي پريم آنيؤ ڪيو هئائين تنهن بابت. اُهو سڀ پاڻهي هيڪاري بيٺي ڏيان سان ٻڌڻ لڳو، پورن ڌيان سان، بوٽيل نيڻن سان.

سڏارت جڏهن پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائي پوري ڪئي ۽ چگو ئي عرصو وچ ۾ ماٺ ٿي ويئي، تڏهن واسديو چيو: ”اِهو اِئين ئي آهي جئن مون سمجهيو ٿي؛ نديءَ توسان ڳالهايو آهي. اُن توڏانهن پڻ مترياوُ ڏيکاريو آهي؛ اُها توسان بات چيت ڪري ٿي. اِهو نيڪ آهي، بلڪل نيڪ. تون مون وٽ رهي پؤ، سڏارت، منهنجا متر. ڪنهن وقت اِستري هيم، سندس بسترو منهنجي پر ۾ هو، پر هنجي مرتيوءَ کي گهڻو وقت ٿي ويو آهي. گهڻوئي وقت اڪيلو گذريو اٿم. تون اچي مون سان رهه؛ جاءِ ۽ کاڌو اسان ٻنهي لاءِ ڪافي آهي.“

”آءٌ تنهنجا شڪرانا ٿو مڃان،“ سڏارت چيو. ”آءٌ تنهنجو ٿورائتو آهيان ۽ تنهنجي دعوت قبول ٿو ڪريان. آءٌ پڻ تنهنجا شڪرانا ٿو مڃان، واسديو، جو تو مونکي اهڙي ڌيان سان ٻڌو آهي. ڪي جزوي اِنسان آهن جن کي ڄاڻ آهي ته ڪئن ٻڌجي ۽ مونکي ڪو به اهڙو ماڻهو ڪونه گڏيو آهي جو تو وانگر ٻڌي سگهي. انهيءَ ڏس ۾ پڻ آءٌ توکان سکندس.“

”تون سکي ويندين،“ واسديو چيو، ”پر مون کان نه. مونکي ٻڌڻ سيکاريو آهه نديءَ؛ تون به ان کان ئي سکندين. نديءَ کي سڀ ڪا ڄاڻ آهي؛ سڀ ڪجهه کانئس سکي سگهجي ٿو. تون اڳيئي نديءَ کان سکيو آهين ته هيٺائينءَ ڏانهن اُدم

ڪرڻ نيڪ آهي، ترو ونڻ نيڪ آهي، پاتال جي تلاش ڪرڻ نيڪ آهي. ڏنوان ۽ نامور سدارت وانجهي ٿيندو، ودوان برهمڻ، سدارت پاتڻي ٿيندو. اِهو به تون نديءَ کان سکيو آهين. ٻي ڳالهه پڻ سکي وٺندين.“

ڪجهه سانت کان پوء، سدارت چيو: ”ٻي ڪهڙي ڳالهه، واسديو؟“

واسديو اُٿيو. ”دير ٿي ويئي آهي،“ هن چيو. ”هاڻي هل ته هلي سمهون. آءٌ توکي ٻڌائي نٿو سگهان ته ٻي ڳالهه ڪهڙي آهي، منهنجا دوست. توکي پنهو پئجي ويندو، شايد توکي اڳيئي سڌ هجي. آءٌ ودوان ڪونه آهيان، مونکي سڌ نه آهي ته ڪيئن ڳالهائجي يا ويچار ڪجي. مونکي رڳو سڌ آهي ته ڪيئن ٻڌجي ۽ ايشور ڏانهن لاڙو رکجي. نه ته نه آءٌ ڪجهه ڪونه سکيو آهيان. جيڪڏهن آءٌ ڳالهائي يا سيکاري سگهان ته آءٌ شايد آچاريه هجان، پر جيئن آهي تيئن، آءٌ ته صرف هڪ پاتڻي آهيان ۽ منهنجو ڌنڌو آهي ماڻهن کي نديءَ پار پهچائڻ. آءٌ هزارين آدمي پار ونئي ويو آهيان پر انهن مڙني لاء منهنجي ندي سندن سفر ۾ سواء رڪاوٽ جي ٻيو ڪجهه به نه آهي. هنن سفر ڪيو آهي ڌن ۽ ڌنڌي لاء، شادين مرادين ۽ تيرٿ ياترائن لاء؛ ندي سندن رستي ۾ پئي آئي آهه ۽ پاتڻي ڪين جلد رڪاوٽ پار ڪرائڻ لاء هڪيو ٽڪيو حاضر پئي رهيو آهه. انهيءَ هوندي به هزارن منجهه اهڙا ڪي ٿورا چار يا پنج آهن جن لاء ندي رڪاوٽ نه پئي ٿي آهه. اُنهن انجو آواز ٻڌو آهه ۽ اُن تي ڌيان ڏنو آهه، ۽ ندي انهن لاء اهڙيئي پوتر آهه، جهڙي مون لاء. هل ته هاڻ هلي سمهون، سدارت.“

سدارت پاتڻيءَ وٽ رهي پيو ۽ ٻيڙيءَ جي سنڀال ڪرڻ ڪائنس سکيو، ۽ جڏهن پتڻ وٽ ڪم نه هوندو هو تڏهن واسديو سان گڏ سارين جي کيت ۾ ڪم ڪندو هو،

ڪائيون ڪري ايندو هو، ۽ ڪيوڙن مان ڪيلا چنندو هو. هُو ونجهه ناهڻ، ٻيڙيءَ کي سنوارڻ سڌارڻ ۽ ٽوڪريون ناهڻ سکيو. هن جيڪي ڪيو پئي، سکيو پئي، تنهن مان ڪيس مزو پئي آيو ۽ ڏينهن ۽ مهنا تڪڙا گذرندا پئي ويا. پر جيڪي واسديو کيس سيکاري ٿي سگهيو تنهن کان وڌيڪ هُو نديءَ کان ٿي سکيو. هُو سديوئي ان کان سکندو رهيو. سڀ کان وڌيڪ هُو ان کان سکيو ته ڪئن ٻُڌجي، ڪئن شانت هردي سان ڪَنُ ڏجي، ڌيرج سان، کُلئي من سان، موه بنا، ترشنا بنا، فتوي بنا، راين بنا.

هُو واسديو سان خوش لڳو وينو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن هُو ڪي اکر پاڻ ۾ ڳالهائيندا هئا، ٿورا ۽ سوچ ويچار ڪيل. واسديو اکرن جو يار هوئي ڪونه. سڌارت ڪيس ڳالهائڻ لاءِ هرڪائڻ ۾ ورلي سڦلتا پائيندو هو.

هڪ دفع کانئس پڇيائين، ”اهو راز به تون نديءَ کان سکيو آهين، ته اهڙي چيز جنهن کي سمو يا ڪال ٿو چئجي سا آهيئي ڪانه؟“

واسديو جي چهري تي روشن مشڪ ڇائنجي ويئي.

”هائو، سڌارت،“ هن چيو. ”تنهنجو مطلب هي آهي ڇا؟ ته ندي ساڳئي وقت هرهنڌ موجود آهي، منهن وٽ، ڇوڙ وٽ، جهرڻي وٽ، پتڻ وٽ، سير وٽ، ساگر منجهه، پهاڙن منجهه، هرهنڌ، ۽ سندس لاءِ صرف ورتمان ڪال ئي آهي، نه پوت ڪال جو پاڇو ۽ نه پوشيه ڪال جو اولڙو — حال ئي سندس لاءِ هستيءَ ۾ آهي، ۽ نه ماضي، نه مستقبل؟“

”اهو نيڪ چيو اٿيئي،“ سڌارت چيو. ”۽ جڏهن آءٌ اِها ڳالهه سکيس، تڏهن مون پنهنجي جيوت تي نظر ڀوڙائي ۽ ڏٺم ته اِها به نديءَ جيان هئي، ۽ سڌارت ٻالڪ، سڌارت ساماڻيل، سڌارت ٻيرسن، هڪ ٻئي کان صرف پاڇن ڪري

الڳ ٿيل هو ۽ نه صحيح معنيٰ ۾. سڌارٿ جا اڳيان جنم به گذري ويل ڪونه هئا، ۽ نه وري هنجو مرڻ ۽ برهم ڏانهن موٽ ڪا ايندڙ وسنوءَ هئي. نه ڪجهه هو، نه ڪجهه ٿيندو، هر چيز آهي حقيقي، حال ۾ سمايل.“

سڌارٿ چوڄ منجهان ڳالهايو. هن کوڄ کيس آڻي آنند ڏنو هو. سڀ ڏک، سڀ پيڙا ۽ پڻ، ڪال جي پرڀاوَ، سمي جي پرڀاوَ ڪري ياس ۾ نه ٿي آيا؟ سنسار جا سڀ جنجال ۽ مدايون ازخود جيئنجي نٿي ويئون جيئن ڪال تي، سمي تي، جيت پاتي تي ويئي، جيئن ڪال جو خيال، سمي جو خيال منجي ٿي ويو؟ هوُ ڏاڍي آنند منجهان ڳالهائي رهيو هو، پر واسديو ڏانهنس صرف آنند ڀري جهلڪ سان مرڪيو ۽ ڪنڌ ڌوڻي پنهنجي پسندي ڏيکاري. هن سڌارٿ جي ڪنڌ تي ڀر ۽ پوءِ وري پنهنجي ڪم کي لڳو.

۽ هڪ دفع وري جڏهن چوماسي ۾ نديءَ چڙهه ڪاڏو ۽ زور سان گجگوڙ ڪرڻ لڳي تڏهن سڌارٿ چيو: ”اِهو سچ نه آهي، منهنجا متر، ته نديءَ کي تمام گهڻا آواز آهن؟ مهاراجا جو، جوڌي جوان جو، بيل جو، راتين پکيءَ جو، گرڀڻي اِستريءَ جو، ٿڌا ساهه ڀريندڙ مرد جو ۽ هزارين بيا آواز ڪين آٿس؟“

”اِئين برابر آهي،“ واسديو ڪنڌ ڌوڻي چيو. ”سڀني جيون جا آواز سندس آواز ۾ ئي سمايل آهن.“

”۽ توکي سڌ آهي،“ سڌارٿ چوندو هليو، ”ته ڪهڙي شبد جو اُچارڻ ٿو ٿئي جڏهن کو سندس سڀيئي ڏهاڪو هزار آواز هڪ ئي وقت ٻڌڻ ۾ ڪامياب ٿو ٿئي؟“

واسديو خوب خوشيءَ منجهان کلڻ لڳو ۽ هوُ سڌارٿ پاسي نئڙيو ۽ پوتر **اوم** سندس ڪن ۾ چيائين. ۽ اِهوئي اکر هو جو سڌارٿ ٻڌو هو.

جڏهن وقت گذرندو ٿي ويو تڏهن سندس مرڪ اهڙي ٿي ٿيڻ لڳي جهڙي پاڻيءَ جي، گهڻو ڪري اهڙ ياڻي روشن، اهڙياڻي آنند سان ڀريل، هزارين نندين گهنجن منجهان اهڙياڻي چمڪندڙ، اهڙ ياڻي ٻاراڻي، اهڙ ياڻي ٻيريءَ جي. گهڻيئي مسافر، جڏهن هنن ٻنهي پاڻين کي گڏ ڏسندا هئا، تڏهن ڪين ياڻر ڪري سمجهندا هئا. اُڪثري شام جو نديءَ جي ڀرم، وڻ جي ٿڙ تي گڏجي وهندا هئا. چپ چاپ جل کي ٻڌان سان ٻڌندا هئا، جو سندن لاءِ رڳو جل نہ هو، پر جيوت جو آواز، اندر جوآواز، دائمي رچنا جوآوازهو. ۽ وقتي اِئين ٿيندو هو جو جنهن وقت هوُ نديءَ کي ڪِن ڏيئي ٻڌندا هئا تنهن وقت ٻنهي جي اندر ساڳيا ويچار اُڀرندا هئا، شايد اُڳئين ڏينهن تي ڪيل ڳالهہ ٻولهہ جا، يا مسافرن مان ڪنهن هڪ جا جنهن جي پرالبڌ ۽ حالت سندن من کي رڌل رڪيو هو، يا مرتيو جا، يا سندن ٻالپڻ جا، ۽ جڏهن ندي انهيءَ ساڳيءَ گهڙيءَ ڪين ڪجهہ ڪارائتو ٻڌائيندي هئي تہ هوُ ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن نهاريندا هئا، ٻنهي جا ويچار ساڳيا، ٻئي ساڳئي پرشن جي ساڳئي اُتر تي نهال.

اهڙ وڪجهہ پڻ منجهان ۽ هن ٻنهي پاڻين منجهان پرڪاشت ٿيندو هو جو گهڻيئي مسافر اهو محسوس ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو هو جو مسافر پاڻين مان هڪ جي منهن ۾ نهاريندي، پنهنجي زندگي ۽ مشڪلاتن جو حال اورڻ شروع ڪندو هو، پنهنجا گناهہ ٻاسيندو هو، آٿت ۽ صلاح گهرندو هو. ڪڏهن ائين ٿيندو هو جو ڪونہ ڪو نديءَ کي ٻڌڻ لاءِ ساڻن سنجها جي ويلي گڏ گذارڻ جي موڪل گهرندو هو. ائين پڻ ٿيندو هو جو ڪڏهن ڪڏهن ڪي ماڻهو جن کي اُڻ تڻ هوندي هئي، جن کي ائين ٻڌايل هو تہ ٻہ گياني، جادو منتر ڄاڻندڙ، يا ساڌو پڻ ٿي رهيل آهن سي اچي اُتي

نڪرندا هئا. اهي پيچ پيچ ڪندڙ گهڻيئي سوال پڇندا هئا پر ڪين جواب ڪو ڪونه ملندو هو ۽ اها پڪ ٿيندي هين ته هو ته نڪي جادو ڦيڻا ڄاڻندڙ هئا، نڪي وري گيانوان. ڪين رڳو به پيروسن دوست آئي گڏبا هئا جي ڏسڻ ۾ پئي آيا گونگا، ڪي ڪجهه عجيب ۽ ابوجهه. اهي پيچ پيچ ڪندڙ ڪاڻي ڏيندا هئا ۽ چوندا هئا ته ماڻهو ڪهڙا نه ڳهيلا ۽ پورڙا آهن جو اهڙا واهيات افواه ٿا پکيڙين.

سال گذرندا ويا ۽ ڪنهن کي ياد به نه هئا. پوءِ هڪ ڏهاڙي، ڪي بکشوءِ، گوتم جا شش اچي نڪتا، ۽ ندي پار اُڪارڻ لاءِ چيائون. پاڻين کي منجهائن سڌ پيئي ته هو پنهنجي آتم گروءَ ڏانهن تڪڙو وڃي رهيا هئا جو خبر ڦهلي هئي ته سريشٽ پرش سخت ناچاڪ هو ۽ باقي دنيوي چولي ڇڏڻ ۾ ڪي گهڙيون وڃي بچيون هيس، جنهن ڪان پوءِ نروان پد پائيندو ـــ موڪش پراپت ڪندو. جلدئي وري ٻيو بکشن جو جٿو اچي سهڙيو ۽ وري ٻيون ۽ بکشن ٽوڙي ٻين مسافرن صرف گوتم ۽ سندس ايندڙ مرتيوءَ جي ئي چرچا ڪئي. ۽ جئن ماڻهو سيڻي پاسن کان اچي ڪٺا ٿيندا آهن ڪنهن فوجي چڙهائي وقت يا ڪنهن مهاراجا جي راج سنگهاسن ويل، تئن هت به ماکي جي مکين جيان، چقمق جي ڪشش سان، اچي ڳاهٽ ٿيا هئا، انهي وڃڻ لاءِ جتي سريشٽ پد سڪرات ۾ پيل هو، جتي هيءَ مها گهٽنا رچجي رهي هئي ۽ جتي جڳ جو اوتار نروان ۾ سمائجي رهيو هو.

سڌارٿ هاڻ هن پرلوڪ پڌاريندڙ مهاپرش بابت گهڻو سوچ ويچار ڪرڻ لڳو جنهن جي آواز هزارين هردن کي آيا ريو هو، جنهن جو آواز هن پاڻ هڪ ڀيرو ٻڌو هو، جنهن جي پوتر چهري ڏانهن هن به هڪ وار ڏڪندي نهاريو هو. هو سندس پريم سهت ويچار ڪرڻ لڳو، سندس ٻتايل مڪتيءَ

جي راه ياد ڪرڻ لڳو، ۽ مشڪندي، اهي اڳ ياد ڪيائين جي هن جوانيءَ جي اوستا ۾ سريشٽ پرش کي چٽي ڏٺا هئا. ڪيس ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته اُهي همت ۽ ايمان سان ڀريل هئا. گهڻي وقت کان ڪيس سڌ هئي ته هو گوتم کان جدا ٿيل نه هو، جيتوڻيڪ هو سندس سکيائون يا مول سڌانت سئيڪار نٿي ڪري سگهيو. نه، سچو جڳياسو ڪن به سکيائن جو پابند نٿو رهي سگهي، بنه نه، جيڪڏهن هو سچائيءَ سان ڪجهه ڳولي لهڻ ٿو چاهي. پر اهو جنهن ڳولي لڌو هو، سو هر ڪنهن مارڳ لاءِ، هر ڪنهن منزل مقصود لاءِ پنهنجي پسندي ڏيئي ٿي سگهيو، ڪنهن به ڪيس انهن ٻين سيني هزارن کان الڳ نٿي ڪيو جي اڳيئي اننت پد تي رسيل هئا، جي ايشور ۾ لين ٿيل هئا.

هڪ ڏهاڙي، جڏهين تمام گهڻا لوڪ، ساس چڙهيندڙ ٻڌَ جي ياترا لاءِ وڃي رهيا هئا، تڏهن ڪملا جا ڪن ڏينهين سندر ۾ سندر وئشيا هئي، اُها پڻ ياترا لاءِ وڃي رهي هئي. هن جيوت جي اڳئين ڪمارگ کي گهڻي وقت کان تياڳ ڪري ڇڏيو هو، پنهنجو باغ گوتم جي ششن کي ڏيئي ڇڏيو هو، ٻڌ جي سکيائن ۾ شرن ورتي هئي ۽ اهي ناريون ۽ هتڪارڻيون جيڪي ياترين جي شيوا ٽهل ۾ لڳل هيون تن سان وڃي شامل ٿي هئي. گوتم جي اننت سمي جو ٻڌي هوءَ پنهنجي پٽ سان، سادا وستر ڍڪي، پيرين پنڌ نڪتي هئي. سفر ڪندي هو نديءَ تائين اچي پهتا هئا، پر ڇوڪر جلد ئي ٿڪجي، پيو؛ هن گهر موٽڻ ٿي چاهيو، هن آرام ڪرڻ ٿي چاهيو، هن کائڻ پيئڻ ٿي چاهيو. هو اڪثر ٿيسر ۽ روئٽو هو. ڪملا کي وقت بوقت ساڻس گڏ سمهڻو پوندو هو. هو هميشه ساڻس ڪيٽن ڪرڻ تي هريل هو. هوءَ ڪيس کارائيندي هئي، پرچائيندي هئي، ۽ ڇينڀيندي هئي. هو سمجهي نٿي سگهيو ته ڇو سندس ماتا هيءَ ٿڪائيندڙ ۽ ستائيندڙ ياترا

ڪري رهي هئي ڪنهن نامعلوم هند ڏانهن، هڪ اَديت پرش
جي ديدار لاءِ جو سنت مهاتما هوءِ هاڻ سرير ڇڏڻ وارو هو.
پل مري وڃي — ڇوڪر جو اُن ۾ ڇا؟

ياترِي واسديو جي پتڻ کان دور نہ هئا جڏهين ننڍڙي
سڌارٿ پنهنجي ماتا کي چيو تہ مان ننڊ ڪرڻ ٿو چاهيان.
ڪملا پاڻ خود ٿڪل هئي، ۽ جنهن وقت ڇوڪرو هڪ ڪيلو
کائڻ لڳو، تڏهن پاڻ بہ زمين تي ڪرونڊڙي تي سمهي؛ اکيون
اڌوگابريون پوري پٽجي رهي. پر اچانڪ هن هڪ درد
پري ڪيڪ ڪئي. نيڳر ڍهلجي ويو، ڏانهنس نهاريائين ۽
ڏٺائين تہ سندس ماتا جو چهرو ڀپ ۾ ڏمڪجي ويو هو.
سندس وسترن هيٺان هڪ ننڍڙو ڪارو نانگ جنهن ڪملا
کي ڪکيو هو، سراڪو پائي هليو ويو.

ٻئي ٽڪڙو ڪن ماڻهن پيرو ٽيڻ لاءِ ڀوڙندا ويا. جڏهن
پتڻ جي ويجهو آيا تڏهن ڪملا پ رڪي ويئي ۽ وڌيڪ ڇري
نہ سگهي. ڇوڪري مدد لاءِ پڪاريو، ۽ انهيءَ وچ ۾ ماتا کي
چمندو ۽ ياڪيون پائيندو رهيو. هوءَ بہ ساڻس زوردار رڙين
ڪرڻ ۾ شامل ٿي، جيستائين سندن آواز واسديو جي ڪنن
تائين پهتو جو پتڻ وٽ بيٺو هو. هوُ اَمالڪ ڀڪي آيو، مائيءَ
کي پنهنجي ٻانهن ۾ کڻي اچي ٻيڙيءَ منجهہ لاٿائين. ڇوڪرو
بہ گڏيو آيو ۽ هوُ جلدي اچي جهوپڙيءَ وٽ پهتا، جتي سڌارٿ
بيٺو هو ۽ باهہ ٻاري رهيو هو. هن منهن مٿي ڪري نهاريو
۽ پهرين ڇوڪري جي شڪل تي نظر پيس، جنهن کيس عجيب
نموني ۾ ڪنهن ڳالهہ جي يادگيري ڏياري. تنهن کان پوءِ
هن ڪملا ڏانهن نهاريو جنهن کي هڪدم سڃاتائين، جيتوڻيڪ
هوءَ پاتڻيءَ جي ٻانهن ۾ بيهوش پيئي هئي. تڏهين کيس ڄاڻ
پئي تہ اهو خود سندس پٽ هو، جنهن جي شڪل ڪنهن
ڳالهہ جي کيس يادگيري ڏياري هئي ۽ سندس دل ٽڪڙي



ڪملا ٻرڪي ويئي، وڌيڪ چري نہ سگهي ۽ ڇوڪري مدد لاءِ پڪاريو. [صفحه ١١١]

دک دک کرڻ لڳي.

ڪملا جو ٿوري دير لاءِ ڏکو ويو. پر اهو اڳيئي ڪارو ٿي ويو هو ۽ سنڌس بدن سڄي پيو هو. ڪيس سرجيت ڪرڻ واري دوا ڏني ويئي ۽ هوءَ هوش ۾ آئي. هوءَ سڌارت جي بستري تي سنڌس جهوپڙيءَ منجهه ليٽيل هئي ۽ سڌارت، جنهن سان ڪنهن وقت سنڌس اُتي پريم هو، مٿانئس نئڙي بيٺو هو.

ڪملا سمجهيو ته هوءَ خواب لهي رهي آهي، ۽ مشڪندي، پنهنجي پريميءَ جي منهن ۾ نهاريائين. ڏيري ڏيري، هن پنهنجي حالت محسوس ڪئي، نانگ جو چڪ ياد ڪيو ۽ انتظار منجهان پٽ کي سڏ ڪيائين.

”چنتا نه ڪر،“ سڌارت چيو. ”اِجهو همت بيٺو آهي.“

ڪملا سنڌس اکين منجهه نهاريو. سنڌس بدن ۾ زهر چڙهي وڃڻ ڪري ڪيس ڳالهائڻ ۾ ڏکيائي ٿي ٿي. ”تون پيرسن ٿي ويو آهين، منهنجا پيارا،“ هن چيو، ”تنهنجا وار اڇا ٿي ويا آهن، پر تون اُنهيءَ نوجوان سنياسيءَ جهڙو ٿي تو ڏسجين جو ڪنهن وقت منهنجي باغ ۾ آيو هو، بنا وهاڻن جي ۽ مٽيءَ پيريل پيرن سان. تون هينئر گهڻو اُنهيءَ وانگر آهين، بنسبت تنهن وقت جي جڏهن تون ڪامسواميءَ ۽ مونکي ڇڏي ويو هئين. تنهنجا نيتر اُنهيءَ وانگر آهن، سڌارت. آءٌ پڻ پوڙهي ٿي آهيان، ڪراڙي — تو مونکي سڃاتو؟“

سڌارت مشڪيو. ”مون توکي هڪدم سڃاتو، ڪملا، منهنجي مٺڙي.“

ڪملا پنهنجي پٽ ڏانهن اِشارو ڪيو ۽ چيو: ”تو هن کي پڻ سڃاتو؟ هو تنهنجو پٽ آهي.“

سنڌس اکين ڦرڪو کاڌو ۽ بوٽجي ويئون. ڇوڪر روئڻ لڳو. سڌارت ڪيس گود ۾ وهاريو. ڇوڪري بس ڪانه ڪئي ۽ هوُ سنڌس وار نپوڻ لڳو. ٻالڪ جي منهن ڏانهن نهاريندي

ڪيس هڪ برهمڻ واري پرارٿنا ياد آئي جا هُو هڪ دفع سکيو هو جڏهن هُو پاڻ ننڍڙو ٻار هو. ڏيري ڏيري ۽ سريلي آواز ۾ هُو اُها ڳائڻ لڳو، اُهي شبد ڪيس گڏ ريل سمي مان، ٻالپڻ مان واپس آيا. جڏهن هُو اُچاريندو رهيو تڏهن ٻالڪ چپ ٿيندو ويو، رڪي رڪي ٿورا سڏڪا ڀَري پريائين ۽ نيٺ ننڊ ڪئي ويس. سڏارٿ کيس واسديو جي بستري تي ڪري سمهاريو. واسديو چلهه وٽ چانور رڌي رهيو هو. سڏارٿ ڏانهنس نهاريو ۽ واسديو مشڪيو.

”هوءَ پوريان پساهه کڻي رهي آهي،“ سڏارٿ ڪوملتا سان چيو.

واسديو ڪنڌ ڌوڻيو. چلهه منجهان اُگنيءَ جي روشنيءَ جو ڌهو سندس سباجهي منهن تي پئي پيو.

ڪملا وري به هوش ۾ آئي. سندس چهري تي پيڙا هئي، سڏارٿ سندس مُک تي، سندس زردي چهري تي پيڙا ڏٺي. هن چپ چاپ، ڌيان لائي اها ڏٺي، ترسيو ۽ سندس پيڙا پاڻ به ونڊڻ لڳو. ڪملا سمجهي ويئي، پنهنجي نظر هنجي نظر سان ملائڻ چاهيائين.

ڏانهنس نهاري هن چيو: ”هاڻي، آءٌ ڏسان ٿي ته تنهنجون اکيون منجهه پڻ ڦيرو آيل آهي. اهي اصل نياريون ٿي ويئون آهن. آءٌ ڪئن ٿي سڃاڻان ته تون اُها به سڏارٿ آهين؟ تون آهين سڏارٿ ۽ تنهن هوندي به هن وانگر نه آهين.“

سڏارٿ ڪجهه ڪڇيو ڪين، چپ چاپ سندس اکين ۾ نهاريندو رهيو.

”تو اُها پراپت ڪئي آهي؟“ هن پڇيس. ”تو شانتي پاتي آهي؟“

هن مشڪيو ۽ پنهنجو هٿ سندس هٿ مٿان رکيائين.

”هائو“ هن چيو، ”آءٌ ڏسان پيئي. مونکي پڻ شانتي

پراپت ٿيندي.“

”لوڪي ملي ويئي آهي،“ سڌارٿ ٻڌڪيو.

ڪملا اِسترِيا سان ڏانهنس نهاريو. سندس اَکيون هئي گوتم ڏانهن ياترا ڪرڻ جي، سريشٽ پرش جي درشن ڪرڻ جي، سندس شانتيءَ مان ڪجهه ذرو پراپت ڪرڻ جي، ۽ اُنجي بجاءِ هوءَ سڌارٿ کي ڏسي رهي هئي، ۽ اِئين نيڪ هو، اهڙو ئي نيڪ جهڙو جيڪر هوءَ گوتم جو درشن پائي ها. هن اها ڳالهه ڪيس چوڻ ٿي چاهي، پر سندس زبان وس کان ٻاهر ٿي ويئي هئي. چپ چاپ هوءَ ڏانهنس نهاريندي رهي ۽ هن سندس اَکين منجهان جوت جهڪي ٿيندي ڏٺي. جڏهن آخرين پيڙا سندس نيترن مان لنگهي اَلوپ ٿي ويئي ۽ آخرين ڏڪڻي سندس سرير منجهان وهامي ويئي، تڏهن سڌارٿ پنهنجن آڱرين سان سندس چپر بوٽيا.

هو اُتي گهڻو وقت ويٺو رهيو ۽ سندس مرڪ منهن ڏانهن نهاريندو رهيو. گهڻو وقت تائين هو سندس منهن، سندس جهوڙ ٿيل مک ۽ سندس گهنجيل چپن ڏانهن نهاريندو رهيو، ۽ يادگيري آيس ته ڪيئن، هڪ دفعي، پنهنجي ڀوهه جوانيءَ ۾ سندس چپن جي ڀيٽ تازي ڪپيل اَنجير سان ڪئي هئائين. گهڻو وقت تائين سندس زردي منهن ڏانهن، سندس ٿڪل گهنجن ڏانهن سوچ سان نهاريائين ۽ خود پنهنجو منهن اُن جهڙو ڏٺائين، اهڙو ئي زرد، پڻ مئل، ۽ وري ساڳئي وقت هن ڏٺو پنهنجو منهن ۽ هنجو منهن، جوان، لعل لبن سان، اُڪير ڀريل اَکين سان ۽ مٿس ڪملا ۽ پنهنجي ورتمان ۽ سهيوڳي جيون جو ڀاو غالب پئجي ويو. هن ويل وڏ پڪ چٽائيءَ سان هر جيون جي اَمرتا ۽ پل پل جو اَننتپڻو اَنڀو ڪيائين.

جڏهين هو اُٿيو، واسديو سندس لاءِ ڪجهه چانور رڌي تيار ڪيا هئا، پر سڌارٿ کاڌو ئي ڪين. واڙ منجهه، جتي

ٻڪري ٻيئل هئي، اُني ٻڌهي پير مردن گاه، وڃايو ۽ واسديو سمهي پيو. پر سدارت ٻاهر ويو ۽ ساري رات جهوپڙيءَ جي اڳيان وينو رهيو ۽ نديءَ کي ٻڌندو رهيو، گذريل سمي جي يادگيريءَ ۾ ٻيل جا هئي ساڳئي وقت سندس جيوت جي سپني سمن جي يادگيريءَ سان پريل ۽ وڪوڙيل. وقت ٻه وقت هوُ پئي اُٿيو ۽ جهوپڙيءَ جي دروازي ڏانهن ٿي ويو ۽ ڪَن ڏيئي ٿي ٻڌائين ته ڇوڪرو جاڳيو ته نه آهي.

سويل صبوح جو، سورج اُڀرڻ کان اڳ، واسديو واڙ مان ٻاهر نڪتو ۽ پنهنجي مِتر وٽ آيو.

”تو ننڊ ٿي ڪانه ڪئي آهي،“ هن چيو.

”نه، واسديو، آءٌ هت وينو هوس ۽ نديءَ کي ٻڌي رهيو هوس. ان مونکي گهڻوئي ڪجهه ٻڌايو آهي، اُن مونکي گهڻن ٿي اُتم ويچارن سان، ايڪتا جي ويچارن سان ڀري ڇڏيو آهي.“

”تو گهڻو ڪجهه سنو آهي، سدارت، تنهن هوندي ٻه آءٌ ڏسان پيو ته شوڪ تنهنجي هردي اندر نه پينو آهي.“

”نه، منهنجا پريتم. آءٌ شوڪ ڇوڪريان؟ آءٌ جو هوس ڏنوان ۽ سکي، سو ٿيو آهيان پاڻ وڌيڪ ڏنوان ۽ وڌيڪ سکي. مونکي منهنجو پٽر ڏنو ويو آهه.“

”آءٌ پڻ تنهنجي پٽر جي آجيان ٿو ڪريان. پر هاڻ، سدارت، هل ته هلي ڪم کي لڳون، گهڻوئي ڪجهه ڪرڻو پيو آهه. ڪملا انهيءَ ساڳئي بستري تي گذاري ويئي جتي منهنجي زال جو مرتيو ٿيو هو. اسين ساڳئي دڙي تي ڪملا جو اَگني سنسڪار ڪنداسين جتي اڳي منهنجي زال جو ٿيو هو.“

جيستاءِ ڇوڪرو سمهيل هو تيستاءِ هنن چکيا ناهي ورتي.

# پٽڙ

ڏڪاڻي ۽ روئندي، ڇوڪر پنهنجي ماتا جي اڳني سنسڪار
وقت حاضر رهيو. ڏڪاڻي ۽ مايوس، هن سڌارٿ کي ڪيس
پٽ ڪري سڏيندو ٻڌو ۽ واسديو جي جهوپڙيءَ ۾ رهڻ لاءِ
سندس آءُ آدر ڪندو ڏٺو. ڏينهن جا ڏينهن ساندهه هُو زردي
ڇهري سان مٽن جي دڙي تي وينو هوندو هو، منهن ڪٽي
ڦيرائيندو هو، دل جو دروازو بوٽي ڇڏيائين، پنهنجي پرالبڌ
سان لڙندو، جڏ جوٽيندو رهيو.
سڌارٿ کيس گهڻو گهُرندو هو ۽ کيس پنهنجي وات هلڻ
ڏيندو هو ڇو جو کيس سندس شوڪ جو قدر هو. سڌارٿ
سمجهي ويو ته سندس پٽر کيس ڪونه سڃاتو هو، ۽ هُو کيس
پتا سمان پيار نٿي ڪري سگهيو. ڌيري ڌيري هن پڻ ڏٺو
۽ هُو محسوس ڪرڻ لڳو ته هي يارهين سالن جو نينگر ماءُ
جو ڪاريل ٻالڪ هو ۽ شاهوڪاري جيوت جي نموني ۾ پليل
هو، عمدن پوجڻن ۽ نرم بستري تي هريل هو ۽ نوڪرن تي
حڪم هلائڻ جي عادت هئس. سڌارٿ سمجهيو ته ڪريل ۽ دکي
ڇوڪر هڪ ڌارئي ۽ غريباڻي هنڌ هڪدم راضي ٿي ويهي
ڪين سگهندو. مٿس ڪنهن به ڳالهه جو زور ڪين پريائين.
هُو سندس لاءِ گهڻوئي ڪجهه ڪندو هو، ۽ سدائين سندس
لاءِ سٺي ۾ سنا پوجن بچائي رکندو هو. آهستي، دوستاڻي
ڌيرج سان هن کيس پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺڻ جي آس رکي.
جڏهن ڇوڪر وٽس اول آيو هو تڏهن هن پاڻکي ڌنوان

۽ خوش ٿي سمجهيو، پر جنهن وقت ويو گذرندو تنهن ڇوڪرو
رُڪو ۽ ليسر ٿي رهيو ۽ جڏهن هن پاڻکي هوڏي، هٺيلو ۽
نافرمانبردار ثابت ڪيو، جڏهن هن ڪم ڪرڻ کان نابري
واري، جڏهن هن پيرمردن جي ڪابه عزت ڪانه رکي ۽
واسديو جي وڻن مان ميون جي ڇن پٽ لڳائي ڏني، تڏهن
سدارت محسوس ڪرڻ لڳو ته ڪيس پٽر ماڻ ڪري ڪا شانتي
يا سک حاصل ڪونه ٿيو آهي، اُلٽو دک ۽ هلاڪي. پر هوُ ڪيس
پيار ڪندو هو ۽ پنهنجي پيار جو دک ۽ ڪشت سهن ڪرڻ
وڌيڪ پسند ڪيائين بنسبت ڇوڪري بنا سک ۽ خوشي
ماڻڻ جي.

جنهن ڏينهن کان ننڍي سدارت جهوپڙيءَ اندر پير پاتو،
تنهن ڏينهن کان ٻئي پيرمرد ڪم ڪار ۾ پاڳي پائي هئا.
واسديو پٽڻ جو سمورو ڪاروبار سنڀاليندو هو ۽ سدارت،
پنهنجي پٽ سان گڏ هجڻ سبب، جهوپڙيءَ ۽ ٻنيءَ منجهه
ڪم ڪندو هو.

گهڻي ٿي مهنا سدارت صبر ۽ ڌيرج سان اِها آشا رکي
ويٺو ته سندس پٽر نيٺ ساڻس هِري ويندو، سندس پيار
سڃيڪار ڪندو، ۽ شايد موٽ ۾ ڪيس پيار ڏيکاريندو. گهڻن ٿي
مهنن تائين واسديو اِها روئداد جاچيندو رهيو، ترسيو ۽ ماٺ
۾ رهيو. هڪڙي ڏينهن جڏهن ننڍو سدارت پنهنجي پتا
کي پنهنجي ڪروڌ سان ۽ پنهنجي لڪي سياءَ سان ستائي
رهيو هو ۽ جانورن جا ٻئي پيالا پڃي ڇڏيا هئائين، تڏهن، شام
جي وقت، پنهنجي متر کي پاسيرو وٺي ساڻس ڳالهائڻ ٿيو.
”مونکي ڪميا ڪجهه،“ هن چيو، ”آءٌ توسان پنهنجي متر
جي حيثيت ۾ ڳالهائي رهيو آهيان. آءٌ ڏسان ٿو ته تون ڪيترو
نه پريشان ۽ دکي آهين. تنهنجو پٽر، منهنجا پريتم، توکي
تنگ ڪري رهيو آهي ۽ مونکي پڻ. هي ننڍڙو پکي ڪنهن

نياريءَ جيوت، نياري آکيري تي هريل آهي. هي دولت ۽ شهر کان تو وانگر نه کو ڏڪار جي پاڙ ۾ يا ورچڻي نه کونه پڳو آهي؛ اهي پدارت کيس لاچاريءَ کان، سندس اڇا جي ورڏ چڏڻا پيا. مون نديءَ کان پڇيو آهي، منهنجا دوست، مون گهڻيئي دفعا کانئس پڇيو آهي، ۽ نديءَ کليو پئي آهي، مونتي پئي کليو اٿس ۽ توتي پئي کليو اٿس؛ اسانجي مورکتا تي کلي کلي کيرِي تي پيئي آهي. پاڻي پاڻيءَ سان ملندو، جواني جوانيءَ سان. تنهنجو پٽ هن هنڌ خوش رهي نه سگهندو. تون پڻ نديءَ کان پڇ ۽ جيڪي چويئي سو ٻڌ."

چنتا منجهه ٻڏل، سڌارت، هنجي سباجهڙي چهري ڏانهن نهاريو، جنهن منجهه گهڻيئي شب سيل گهنج پيل هئا.

"آءٌ هن کان جدا ڪئن ٿي سگهندس؟" هن ڪوملتا سان چيو، "ڪجهه مهلت اُجا ڏينم، منهنجا پيارا متر. آءٌ هن لاءِ لڙي رهيو آهيان، آءٌ سندس دل وٽ پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. آءٌ کيس پريم ۽ ڌيرج سان باز آڻيندس. ندي پڻ ڪنهن وقت ساڻس ڳالهائو ٿيندي. هن کي پڻ نديءَ جو سڏ ٿيل آهي."

واسديو جي مشڪ وڌيڪ حبائتي ٿي. "هائو، بيشڪ،" هن چيو، "هن کي پڻ سڏ ٿيل آهي؛ هو پڻ اَمر جيوت جو جزو آهي. پر توکي ۽ مونکي اِها ڄاڻ آهي ته هنکي ڇا جي لاءِ سڏ ٿيل آهي، ڪهڙي مارڳ لاءِ، ڪهڙين ڪارين لاءِ، ڪهڙن دکن لاءِ؟ هنجا دک ڪو ٿيچ ڪونه ٿيندا. هو هنيلو ۽ پترد ل آهي. هنکي شايد گهڻو ڪجهه سهڻو پوندو، گهڻيئي غلطيون ڪندو، گهڻائي اَنرت ڪندو، گهڻائي پاپ ڪندو. مونکي ٻڌاءِ، منهنجا دوست، تون پنهنجي پٽ کي سيکاري رهيو آهين ڇا؟ تنهنجي مڃتا ۾ آهي ڇا؟ تون کيس ماريندو يا سزا ڏيندو آهين ڇا؟"

”نه، واسديو، آءٌ ڪجهه به ڪونه ڪندو آهيان.“

”مونکي سڌ آهي. تون پنهنجي پٽ سان ڪا به سختي ڪانه ٿو ڪرين، تون هنکي ڪا به سزا ڪونه ٿو ڏين. تون هن تي ڪو به حڪم ڪونه ٿو هلائين — ڇاڪاڻ ته توکي سڌ آهي ته نرمي سختيءَ کان وڌيڪ پربل آهي، پاڻي پهاڙ کان وڌيڪ پربل آهي، پريم زبردستيءَ کان وڌيڪ پربل آهي. بلڪل نيڪ، توکي انهيءَ لاءِ ڌنيواد هجي. پر اِها تنهنجي ڀل ته نه آهي جو تون ساڻس ڪا به سختي ڪانه ٿو ڪرين، ڪيس ڪا به سزا ڪانه ٿو ڏين؟ تون ڪيس پنهنجي پريم سان زنجير ۾ ته ڪونه ٿو جڪڙين؟ تون ڪيس پنهنجي پلمانسيءَ ۽ ڌيرج سان روز بروز شرمسار ته ڪونه ٿو ڪرين ۽ هن لاءِ اڳيان به وڌيڪ ڪنائي ته نٿو پيدا ڪرين؟ تون هن هوڏيءَ، هٺيلي ۽ ڪريل ڇوڪر کي جهوپڙيءَ اندر ٻن پوڙهن، ڪيلن ڪائيندڙن سان گڏ رهڻ لاءِ لاچار ته ڪونه ٿو ڪرين، جن لاءِ چانور به آهن هڪ سوادي ڀوڄن، جن جا خيال هنجي خيالن سان ڪڏهن به نه ٺهڪي ڪونه سگهندا، جن جون ڏليون آهن پراڻيون، ۽ شانت-ميه ۽ هنجي دل کان ڪن ٿيون نياري دڪ دڪ؟ اِهي سڀ ڳالهيون هنکي مجبور ته ڪونه ٿيون ڪن، سيڪت ته ڪونه ٿيون ڏين؟“

سڌارٿ وياڪلتا منجهان زمين ڏانهن نهارڻ لڳو. ”تون ڇا ٿو سمجهين ته مونکي ڪرڻ گهرجي؟“ سڌارٿ سرلتا سان پڇيو.

واسديو چيو، ”شهر ڏانهن وٺي وڃينس؛ سندس ماتا جي گهر ڏانهن وٺي وڃينس. اُڃا تائين به اُتي نوڪر چاڪر هوندا؛ انهن وٽ وٺي وڃينس. پر جيڪڏهن هاڻي نه هجن، ته ڪنهن آچاريه وٽ وٺي وڃينس، نه ودِيا جي خيال کان پر انهيءَ درشٽيءَ کان ته اُتي هو ٻين ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان رلي

ملي سگهي ۽ انهيءَ دنيا ۾ رهي جنهن جو هو جزو آهي. توکي ڪڏهن اهڙو ويچار نه آيو آهي ڇا؟"

"تون منهنجي دل اندر پيهي سگهين ٿو،" سڌارٿ غمگين ٿي چيو. "مونکي اڪثر اِهو ويچار پئي آيو آهي. ۽ هي جو اهڙو سنگدل آهي سو دنيا منجهه هلي ڪئن سگهندو؟ هو پاڻکي ٻين کان اوچ ڪونه سمجهندو، هو پنهنجو پاڻ عيش عشرت ۽ طاقت جي گهمنڊ ۾ ڪين گنوائيندو، هو پنهنجي پتا جون غلطيون ڪين دهرائيندو، هو سموري ئي سنسار اندر غرق ڪونه ٿي ويندو؟"

پاڻٺي وري مشڪيو. هن سڌارٿ جي ٻانهن کي ڪوملتا سان سپرش ڪيو ۽ چيو: "انهيءَ بابت ندي‌ءَ کان پڇ، منهنجا مترا ڪَن ڏيئي ٻڌ، ۽ ويهي کل انهيءَ باري ۾! سچ پچ تنهنجو خيال اِهو آهي ڇا ته تو جيڪي غلطيون ڪيون سي صرف انهيءَ لاءِ ته تنهنجي پٽ جو انهن کان بچاءُ ٿئي؟ تڏهن تون سنسار کان انجي رکيا ڪري سگهندين؟ ڪئن؟ سکيا ڏيارڻ، پرارٿنا ڏيارڻ، پربوڌ ڏيارڻ؟ منهنجا پيارا دوست، ڇا، تو اها اُپديشڪ ڪهاڻي وساري ڇڏي آهي جا تو مونکي هڪ دفع هتي سڌارٿ، برهمڻ جي پٽر بابت ٻڌائي هئي؟ ڪنهن سڌارٿ سنياسيءَ کي سنسار کان، پاپ، ترشنا ۽ مورکتا کان بچايو؟ سندس پتا جو ڀڳتي ڀاؤ، سندس آچاريہ جو پربوڌ، سندس وديا، سندس پنهنجي تلاش، اهي سڀ سندس رکيا ڪري سگهيا؟ ڪهڙو پتا، ڪهڙو آچاريہ، کيس پنهنجي نموني جيوت رهڻ کان، بُريءَ جيوت سان پاڻکي ملين ڪرڻ کان، پاپ جو بوجهو سر تي کڻڻ کان، زهري پيالو پيئڻ کان، پنهنجو رستو پاڻ وڃي ڳولهڻ کان روڪي سگهيو؟ تون سمجهين ٿو، منهنجا پريہ متر، ته ڪير به انهيءَ پيچري کان بچي سگهي ٿو؟ شايد تنهنجو پٽ بچي سگهي، ڇاڪاڻ

ته تون ڪيس انهيءَ ڏک، پيڙا ۽ پراشچت کان بچيل ڏسڻ چاهين
ته پوءِ جيڪڏهن تون هن لاءِ ڪري ڏهه گهمرا مري ساهه
ڇڏيندين، ته به تون هن جي پرالبڌ ۾ تر ماتر به ڦيرو آڻي نه سگهندين.“

واسديو ڪڏهن به اڳي ايترو نه ڳالهايو هو. سداَرت سندس
دوستاڻي نموني ۾ سندس شڪرادائي ڪئي، پريشانيءَ ۽
وياڪلتا منجهه جهوپڙيءَ ڏانهن وريو، پر ڪيس ننڊ ڪانه آئي.
واسديو ڪيس ڪا به اهڙي ڳالهه ڪانه چئي هئي جا ڪيس
اڳيئي ويچار ۾ نه هئي يا جنهن جي ڪيس اڳيئي ڄاڻ نه هئي.
پر انهيءَ ڄاڻ کان وڌيڪ هو سندس ڇوڪري لاءِ پيار،
موهه، ڪانئس وڇڙڻ جو ڀپ. ڪنهن کي به، ڪڏهن به، هن
اهڙي پورن نموني پنهنجي دل سؤنپي ڇڏي هئي، ڪنهن
کي به، ڪڏهن به هن ايترو پيار ڪيو هو، اهڙو اَنڌوٽي، اهڙي
پيڙا سهندي، اهڙو نراس رهندي ۽ تڏهن هوندي به اهڙي
آنند سان ڀرپور؟

سداَرت پنهنجي دوست جي صلاح تي هلڻ لاءِ اَسمرٿ
هو؛ هو پنهنجي پٽ کان وڇڙي نٿي سگهيو، هن ڇوڪري
کي مٿس حڪم هلائڻ لاءِ ۽ سندس نافرماني ڪرڻ لاءِ ڇوٽ
ڇڏي ڏنو. هو چپ چاپ رهيو ۽ ترسيو؛ هو مترتا ۽ ڌيرج
جي گونگي يڌ روزانو جوٽيندو رهيو. واسديو پڻ چپ
رهيو ۽ ترسي وينو، مترتا جي ڀاؤ ۾ ويچاروان ۽ ڪميا روپ.
هو ٻئي تحمل ۽ ڌيرج ۾ ڀڙ هئا.

هڪ ڀيري جڏهن ڇوڪري جي چهري ڪيس ڪملا جي
يادگيري ڏياري، تڏهن اَچانڪ هن اُهو ڪجهه ياد ڪيو جو
ڪملا کيس گهڻو وقت اڳ چيو هو. ”تو ۾ پريم ڪرڻ جي
شڪتي ڪانهي آهي،“ هن ڪيس چيو هو ۽ هو ساڻس شامل راءِ
هو. هن پنهنجي ڀيٽ تاري سان ڪئي هئي ۽ ٻين ماڻهن
جي ڪرنڌڙ پڻ سان، ۽ انهيءَ هوندي به هن سندس اکرن

۾ ڪجهه مٺو محسوس ڪيو. اِها حقيقت هئي ته هن ڪڏهن به ٻالڪي ڪنهن به جيءَ ۾ ايتري قدر وچائي نه ڇڏيو هو جو هوءَ ٻار وساري ڇڏي؛ هن ڪان ڪڏهن به ٻئي شخص کي پريم ڪرڻ وارين غلطين ڪونه ٽيون هيون. هوءَ ڪڏهين به ائين ڪري نه سگهيو هو، ۽ ڪيس ڏسڻ ۾ آيو هو ته اِهوئي هو سندو، وڏي ۾ وڏو فرق سندس ۽ رواجي اِنسانن جي وچ ۾. ٻر هاڻ، جنهن وقت کان سندس پٽر آئي آيل هو، تنهن وقت کان وئي هو به رواجي اِنسانن منجهان پورن ريت هڪ جيان هو، دک جي خيال کان، محبت جي لحاظ کان. هو پريم ۾ مگهن هو، پريم ڪارڻ پاڳل هو. هاڻي گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفع زندگيءَ منجهه، جيتوڻيڪ دير پيو، هن زبردست ۾ زبردست ۽ عجيب ۾ عجيب جذبي جو آزمودو پرايو؛ انهيءَ ڪري ڪيس تمام گهڻي قدر سهٺو پيو پر انهيءَ هوندي به هن ٻار کي اوچ ٿيل ۽ ڪنهن نموني وڌيڪ نئون ٿيل ۽ وڌيڪ ڀرپور ٿيل ٿي سمجهو.

هن سچ پچ ٿي ڀانيو ته پنهنجي پٽ لاءِ پيار، هي اَندرو پيار بلڪل اِنساني جذبو آهي، انهيءَ کي ڇٽبو آهي سنسار — اونهي پاڻيءَ جو ڳڙ ڳڙ ڪندڙ چشمو. ساڳئي وقت هن ائين به اَنڀؤ ڪيو ته اِهو ڪو نڪمو يا بيڪار نه هو، پر ضروري هو، ۽ سندس سياءُ يا پرڪرتي منجهانئي پيدا ٿيل هو. هي جذبو، هيءَ پيڙا، هي موڪنايون پڻ ڏسٽيون ئي هيون.

انهيءَ وچ ۾ سندس پٽر ڪيس پنهنجين موڪنايُن ڪرڻ، پنهنجو ٻار ڳهڻ، سندس بدمزاجيءَ ڪري شرمسار ٿيڻ جو موقع ڏيندو رهيو. هن پتا منجهه ڪجهه اهڙو ڪونه ڏٺو جو هنڪي ڏانهنس ڇڪي، ۽ نڪي ڪجهه اهڙو جنهن کان هو ڊڄي. سندس پتا هڪ نيڪ اِنسان هو، هڪ حليم رحمدل اِنسان، شايد هڪ ڀڳت، هڪ سادو جن اِنسان — پر اِهي گڻ اَهڙا

نه هئا جن ڏوارن هو ڇوڪر پنهنجو ڪري ٿي سگهيو. هو هن پٽا منجهان، جنهن ڪيس هن نياڳي جهوپڙيءَ ۾ رکيو هو، ڪک ۽ خفي ٿي پيو ۽ جڏهن هوءَ سندس بدفضيلتيءَ جو جواب مرڪ سان ڏيندو هو، هر ڪنهن اپمان جو منترا پاڻ سان، هر ڪنهن ڪيٽائيءَ جو رحمدليءَ سان، تڏهن هوءَ اِئين سمجهندو هو ته اِها آهي هن ٻڍي لومڙ جي نفرت لائق چالاڪي ۽ حرفت. جيڪڏهن سندس پٽا ڪيس ڏمالي ۽ دبڙائي ها ۽ ساڻس ٻرو ورتاءُ ڪري ها ته ڇوڪر هوند اُهو وڌيڪ پسند ڪري ها.

هڪڙو ڏينهن اهڙو آيو جو ننڍي سڌارت ڪي جيڪي دل ۾ هو سو چٽي ڏنائين ۽ ڪليو ڪلايو ٻيءَ جي ورڌ ٿي بيٺو. پٽس ڪيس ڪجهه ڪانيون ميڙي اَچڻ لاءِ چيو هو. پر ڇوڪري پونگيءَ جي ٻمڻي ڪان ٻير ٻاهر ٿي ڪونه ڪڍيو، اُلٽي ٿي بيٺو رهيو، بي پرواه ۽ ڏمريل، زمين تي ڏڙها هڻڻ لڳو، نونشا اولارڻ لڳو ۽ پنهنجي پٽا جي منهن سامهون زور سان پنهنجي ڌڪار ۽ نفرت ظاهر ڪرڻ لڳو.

”تون نه ٿو وڃين پنهنجون ڪانيون ميڙي اَچين،“ وات ۾ گجي آٽي هن رڙ ڪري چيو، ”آءٌ ڪو تنهنجو نوڪر ڪونه آهيان. مونکي سڌ آهي ته تون مونکي مارين ڪين ٿو؛ توکي اهڙي مجال ئي ڪانه ٿيندي! پر آءٌ ڄاڻان ٿو ته تون مونکي پنهنجي ايشور ڀڳتيءَ ۽ ڇڙواڳيءَ سان پيو سزا ڏين ۽ شرمسار ڪرين. تون چاهين ٿو ته آءٌ به تو جهڙو ٿي ٿيان، اهڙو ڌرمشٽ، اهڙو نرم دل، اهڙو گيانوان ٿيان، پر صرف توکي خار ڏيارڻ لاءِ، آءٌ ته اُلو جيڪر چور، خوني ٿيان ۽ نرڪ وڃڻ پسند ڪريان، انهيءَ ڪان جو تو جهڙو ٿيان. مونکي تو لاءِ ڌڪار آهي. تون منهنجو پٽا ڪونه آهين توڙي ڪري ٻارهن دفعا تون منهنجي ماتا جو پريمي ٿيو هجين!“

ڪروڌ ۽ ڏک سان پرجي، هن پنهنجي پتا تي اڀ نگن ۽
ڪاوڙ پريلن وچنن جو خوب ڏوڙيو وسايو. تنهن کان پوءِ
چوکر پڇي ويو ۽ سنجها جو چرکو واپس آيو.

ٻئي ڏينهن صبوح جو هو رفوچڪر ٿي ويو. هڪ ننڍي
ٻه رنگي بيد واري ٽوڪري جنهن ۾ پاٽلي ٽامي ۽ چانديءَ
جا سڪا رکندو هو، جي کين اجوري طور ملندا هئا، سا پڻ
گم هئي. ٻيڙي ٻه پنهنجي جاءِ تي ڪا نه هئي. سڌارت کي
اها نديءَ جي هن پر بيٺل نظر آئي. چوکر پڇي ويو هو.

"مونکي هن جي ڪيڏ وڃڻ گهرجي،" سڌارت چيو، جو
چوکر جي اڳين ڏهاڙي وارن ڪنور وچنن سبب گهٽو وياڪل
هو. "چوکر اڪيلو ٻن مان ڪنهن وچي سگهندو ۽ هن کي
ڪو نه ڪوهاڇو رسندو. اسان کي ندي پار ڪرڻ لاءِ، واسديو،
تره بڻ گهرجي."

"اسان کي تره بڻ ٺوئي پوندو،" واسديو چيو "ٻيڙيءَ
کي هن پر آڻڻ لاءِ، جا چوکرو ڪاهي هليو ويو. پر هو
پل هليو وڃي، منهنجا دوست، هو ڪوهاڙي ٻار ڪو نه آهي؛
هو هاڻ پنهنجي سنڀال پاڻ ڪري سگهي ٿو. هو شهر جو
رستو ڳولي رهيو آهي ۽ هو انهي ۾ صحيح آهي. اها ڳالهه
تون وسار نه. هو اهو ڪم ڪري رهيو آهي جنهن جي ڪرڻ
۾ تو کان غفلت ٿي آهي. هو پنهنجي سنڀال پاڻ ڪري
رهيو آهي؛ هو پنهنجي پاٽواري وات وٺي رهيو آهي.
اي سڌارت، آءٌ ڏسي سگهان ٿو ته تون دکي آهين، تون
اها پيڙا سهي رهيو آهين جنهن تي کلڻ کپي ۽ جنهن تي
تون پاڻ جلد کلندين."

سڌارت جواب ڪو نه ڏنو. هو اڳيئي هٿن ۾ ڪهاڙي جهليو
بيٺو هو ۽ بمبو لڪڙن مان ترهي ٺاهڻ کي لڳي ويو هو ۽
واسديو کيس واجهه سان لڪڙن کي گڏي ٻڌڻ ۾ مدد ڪئي.

پوءِ ته هو پار هاڪاري هليا ۽ اول ته گهڻو پري گهلجي ويا، پر پوءِ ٽڙهي کي اوپارو هلائي هن پر پهتا.

"تو پاڻ سان ڪهاڙي ڇو آندي آهي؟ سدارت پڇيو."

واسديو چيو: "ممڪن آهي ته اسان جي ٻيڙيءَ جو ونجهه گم ٿي ويو هجي."

پر سدارت کي سڌ هئي ته سندس من کي ڪهڙي ڳالهه خيال ۾ هئي ـــ شايد اها ته ڇوڪري ويرڳ جي خيال کان يا پنهنجو پيڇو روڪڻ جي خيال کان ونجهه اُڇلي ڇڏيو هجي يا ڀڃي ڇڏيو هجي. سچ پچ ٻيڙيءَ ۾ ونجهه هئوئي ڪونه. واسديو ٻيڙيءَ جي ترِي ڏي اشارو ڪيو ۽ پنهنجي دوست ڏانهن نهاري مشڪيو ڄڻ ته ائين چوڻ لاءِ: تون ڏسين نه ٿو ته تنهنجو پٽ ڇا ٿو چوڻ چاهي؟ تون ڏسين نه ٿو ته هو نٿو چاهي ته سندس پيڇو ڪيو وڃي؟ پر هن اهو سڀ واڻ مان ڪونه ڪڇيو ۽ ونجهه ٺاهڻ کي لڳي ويو. سدارت ڇوڪري کي ڳولي لهڻ لاءِ ڪانئس موڪلائي هليو. واسديو کيس روڪ ڪانه ڪئي.

سدارت کي ٻن ۾ ڇوڪر ڍونڊيندي ڳپل وقت ٿي ويو هو. نيٺ کيس خيال آيو ته سندس ڳولا اجائي هئي. يا ته، هن سوچيو، ڇوڪري کي ٻن مان نڪتي ۽ شهر ۾ پهتي گهڻو ئي وقت ٿي ويو هوندو، يا ته جيڪڏهن هو رستي ۾ هوندو ته پيڇي ڪندڙ کان ضرور ڇپي ويندو. ۽ جئن اڃا وڌيڪ سوچ ڪرڻ لڳو، تئن هن معلوم ڪيو ته هو پٽ جي ڪري پريشان ڪونه هو، اندر ۾ کيس سمجهيو پئي ته ٻن ۾ نه کيس ڪو ڇيهو رسيو هوندو ۽ نه کيس ڪو خوف خطرو ئي هوندو. انهيءَ هوندي به هو هلندو هليو، هاڻ نه سندس رکيا ڪرڻ واسطي، پر انهيءَ منشا سان ته من سندس ملاقات ٿي وڃي ۽ ائين هو شهر جي ٻاهران اچي پهتو.

جڏهن هو شهر جي نزديڪ ڪشادي رستي تي پهتو،
تڏهن اُنهيءَ سندر راحت بخش باغيچي جي لنگهہ وٽ اچي
بيهي رهيو جو ڪملا جي ملڪيت هو، جتي ڪيس ڪجهہ وقت
ٿيو تہ پهريون ئي دفعو ڏوليءَ ۾ لنگهندو ڏٺو هئائين. گذريل
سمون سندس اکين آڏو اچي کڙو ٿيو. وري بہ هن ٻاڻ کي
اتي بيٺل ڇاتو، نوجوان، سونهاريءَ سان، ننگي سنياسيءَ جي
روپ ۾، وار سندس دز سان پيل. سڌارت اتي گهڻو وقت
بيٺو رهيو ۽ کليل دروازي مان باغيچي اندر نهارڻ لڳو.
هن بکشن کي سوينيڪ وڻن هيٺان پسار ڪندو ڏٺو.

هو ڪجهہ وقت اتي بيٺو هيو، ويچارن ۾، درشيہ ڏسڻ ۾،
پنهنجي جيوت جي ڪهاڻي تي نظر ڦيرائڻ ۾ مگن. هو بکشن ڏي
نهاريندو اتي ڪجهہ وقت بيٺو رهيو، سندن بدران ڪيس نوجوان
سڌارت ۽ ڪملا ٻگهن وڻن جي ڇايا هيٺ گهمندا نظر آيا.
هن چڱيءَ طرح ڪملا کي پنهنجي سنگهہ ۾ ڪيس پهرين مٺي
ڏيندو ڏٺو. هن ڏٺو تہ ڪئن تڏهن هن ايمان ۽ تڪار سان
پنهنجي سنياسپڻي جي سمي کي ڏٺو هو، ڪئن هن هٺ ۽
ڇوج منجهان پنهنجي سنساري جيوت جي شروعات ڪئي
هئي. سندس اکين اڳيان ڪامسوامي، نوڪر چاڪر، محفلون،
ٻاري راند ڪندڙ جواري، ڦوڻ لڳا. ڪملا جو ڳائڻو پکي
پڃري اندر اکين اڳيان تري آيس؛ هو وري پنهنجي جيون
دهرائي رهيو هو؛ سنساري پساهہ کڻي رهيو هو، وري
پيرسن ٿيو، وري ٿڪل، وري تڪار ۽ مرڻ جي تمنا
جاڳيس، وري پوتر **اوم** جو شبد سڻائين.

باغيچي جي در وٽ گهڻي وقت بيهڻ کانپوءِ سڌارت
انڀو ڪيو تہ جا منشا کيس هن هنڌ ڇڪي آئي هئي سا
مورکتا جي هئي، هو پنهنجي پٽ کي ڪنهن بہ پرڪار جي
سهائتا نہ ٿي ڪري سگهيو. سندس ڪم نہ هو ٻاڻ کي

زوريءَ مٿس مڙهڻ. اُنهيءَ هوندي به هن پنهنجي ويل ڇوڪري لاءِ اُتي پريم محسوس ڪيو، جنهن کو قت محسوس ڪجي ۽ ساڳي وقت اينرو به پانيائين ته اهو قت وٽاءَ کونه ڪندو پر ڇنڊو ئي هو.

اهو قت انهيءَ گهڙيءَ کونه ڇنو ۽ هو اُداس رهيو. جنهن مراد ۽ منزل کيس هت پنهنجي پٽ جي تلاش ۾ آندو هو، اُنجي جاءِ تي کيس صرف خال ئي خال نظر آيو. وياڪل ٿي، هو ويهي رهيو. هن پنهنجي دل اندر ڪجهه مرندو معلوم ڪيو، هن کو به وڏيڪ آنند، کو به وڏيڪ اُديش کونه ڏنو. هو دلگير ٿي ويهي رهيو ۽ ترسيو. اها ڳالهه هو نديءَ کان سکيو هو: ترسڻ، ڌيرج ڌارڻ، ڌيان سان ٻڌڻ. هو ڌڌڙ واري رستي تي ويهي رهيو ۽ ٻڌڻ لڳو، دل کي ڌيان سان ٻڌڻ لڳو جا بيزاريءَ ۽ وياڪلتا سان دک دک ڪري رهي هئي ۽ هڪ آواز لاءِ ترسيو. هو اُتي ڪروندڙو تي ويهي رهيو ۽ گهڻي مدت تائين ڌيان سان ڪَنُ ڏيندو رهيو، ڪي به وڏيڪ درشيه هن کونه ڏٺا، خال منجهه پرڪي ويو، ۽ بنا ڪنهن راه ڏسڻ جي هن پاڻکي پرڪڻ ڏنو. ۽ هن جڏهن قت پوسرندو محسوس ڪيو، تڏهن اوم اڪثر چپن ۾ چوريائين، پاڻکي اوم شبد سان پري ڇڏيائين. باغ ۾ جي ڀڪشو هئا، تن کيس ڏٺو ۽ جڏهن ته هو گهڻي مدت تائين ڪروندڙو ٿيو وينو هو ۽ سندس سفيد وارن تي مٽي چڙهي ويئي هئي، ڀڪشن مان هڪڙو وٽس آيو، ۽ ٻه ڪيلا سندس اڳيان رکي ويو. پيرمرد کيس ڏٺو به ڪونه.

هڪ هٿ سندس ڪلهي تي سپرش ٿيو جنهن کيس ٻي سرتيءَ مان سجاڳ ڪيو. هن اهو ڪومل، لجائتو سپرش سهي ڪيو ۽ پاڻ سنڀاليائين. هو اُٿيو ۽ واسديو کي ڪيڪاريائين جو سندس پٺيان آيل هو. جڏهن هن واسديو جو سباجهو منهن




هڪ هٿ سندس ڪلهي تي سپرش ٿيو جنهن ڪيس ٻي سرتيءَ مان سجاڳ ڪيو. [صفحه ١٢٧]

ڏنو، سندس مشڪل سبب تيل گھڻجڻ ڏانھن نھاريو، سندس
روشن نيڻن منجھ ليو پاتو، تڏھن ھن پڻ مشڪي ڏنو. ھن
ھاڻ ٻہ ڪيلا پاسي ۾ رکيل ڏٺا. اُھي کنيائين، ھڪڙو پاڻڻيءَ
کي ڏنائين ۽ ٻيو پاڻ کاڌائين. تنھن کان پوءِ ھو چپ چاپ
واسديو سان گڏجي وري ٻن مان لنگھي پٽڻ تي واپس آيو.
جيڪي ٻہ ڏينھن گذريو ھو تنھن بابت ڪنھن ڪجھہ ڪين،
نڪي ڪنھن ٻہ ڇوڪري جو نالو ئي کنيون، نڪي سندس
ياچ بنسبت، نڪي ڦٽ بابت ئي ڪنھن ڳالھہ ڇوري. سڏارت
جھوپڙي ۾ وڃي بستري تي سمھيو ۽ جڏھن واسديو ڪجھہ
وقت رکي ناريل جو پاڻي پيارڻ لاءِ وٽس ڪٽي ويو، تڏھن
ڏنائين تہ ڪيس ننڊ ڪٽي ويئي ھئي.

# اوم

ڪجهه وقت تائين ڦت پوسرائيندو رهيو. سدارٿ گهڻن ئي مسافرن کي نديءَ جي هُن پر پهچائيندو رهيو، جن کي پٽ يا ڌيءَ ساڻ هوندي هئي ۽ ڪنهن کي به اُنهن ڏسندو هو ته اندر منجهه ايرکا جاڳندي هئس ۽ اهوئي خيال ايندو هوس ته هيترن ماڻهن کي هيءَ تمام وڏي خوشي آهي — مونکي ڇو نه؟ خود دشتن، چورن ۽ ڦورن کي به ٻار آهن، سي ڪين پيار ڪن ٿا ۽ سي انهن جو پيار ماڻين ٿا، صرف آءٌ نه. اهڙي ٻاراڻي ۽ واهيات نموني هو هاڻ ٻاڻ سان وادوواد ڪرڻ لڳو، ايتريءَ حد تاءِ هو رواجي ماڻهن جهڙو ٿي ويو هو.

هاڻ هو ماڻهن کي اڳي کان نياريءَ درشتيءَ سان ڏسڻ لڳو. نه تمام هوشيار، نه تمام مغرور ٿي لڳا، ۽ انهيءَ ڪري ئي هو هيڪاري وڌيڪ حبائتا، جاڻڻ لاءِ وڌيڪ آتا ۽ همدرديءَ سان وڌيڪ پريل ٿي ڏٺا.

هاڻ جڏهن هو هميشه جهڙن مسافرن کي، واپارين، سپاهين ۽ استرين کي پار وٺي ويندو هو تڏهن ڪيس هو ڌاريا ڪونه لڳندا هئا جئن ڪنهن وقت لڳندا هئس. هو سندن خيال ۽ رايا ڪونه سمجهندو هو ۽ نه انهن ۾ شامل ٿيندو هو، پر هو سندن جيوت جي جذبن ۽ تمنائن ۾ ضرور شريڪ هو. جيتوڻيڪ هو پاڪي ضابطي رکڻ جي اوچيءَ ڪڙيءَ تي پهتل هو ۽ پنهنجو آخرين ڦت چڱيءَ طرح سهن ڪري رهيو هو، تہ به هاڻ ڪيس احساس ٿيو تہ اِهي رواجي ماڻهو سندس ڀائر ئي

هئا. سندن ايمان، ترشنائون ۽ هاڪڙايون هاڻ ڪيس بي واجبي يا بيهوديون ڪونه ٿي لڳيون، هُو سمجهه ۾ اچڻ جهڙا، پيار ڪرڻ جهڙا ۽ خود عزت جي لائق هئا. ڪنهن ماتا کي پنهنجي ٻار لاءِ اَندو پيار هو، ڪنهن موه سان پريل پتا کي پنهنجي هڪڙي ئي سڪيلڌي پٽ لاءِ اَندو مورڪ ناز هو، ڪنهن هنيليءَ ناريءَ کي زر زيور ۽ پنهنجي واکاڻ لاءِ اَندي چاهنا هئي؛ اهي سڀ ٽيڇ، معمولي، بي عقل، پر بلڪل زوردار، اُهم ۽ جوشيلا اُمنگ ۽ ترشنائون هاڻ سڌارت جي نظر ۾ واهيات نه هئا. انهن ڪري ئي هن ڏٺو ته ماڻهو زنده رهي وڏا ڪاريه ڪن ٿا، وڏا سفر ڪن ٿا، لڙايون جوڙين ٿا، گهڻا ڏک پوڳين ٿا، گهڻا ڪشٽ سهن ٿا، ۽ انهيءَ لاءِ هُو ڪين ٻريم جي نظر سان ڏسڻ لڳو. هن سندن سڀني ڪامنائن ۽ گهرجن ۾ جان، جيون شڪتي، اَبناسي وستوُ ۽ برهم ڏٺو. اهي ماڻهو پنهنجي اَنڌيءَ وفائيءَ ۾، پنهنجي اَنڌيءَ طاقت ۽ همت ۾، پريم ۽ ساراه جا لائق هئا. سواءِ هڪ ننڍڙيءَ ڳالهه جي، هڪ ٽيڇ رواجيءَ ڳالهه جي، منجهن ٻيءَ ڪنهن به ڳالهه جي ڪمي ڪانه هئي، جا گيانيءَ ۽ ويچاروان ۾ موجود هئي، ۽ اُها هئي ساري جڳت اندر سڀني جيون جي ميلاپ جي، سڀني پراڻين جي ايڪي جي ڄاڻ. ۽ ڪي ڪي سڌارت جي اندر ۾ شنڪا اَٿندي هئي ته اَلائجي هيءَ ڄاڻ، هيءَ ويچار اهڙو لاپداٿڪ هو يا نه، ڪين اِها به ويچاروانن جي، گيانين جي شايد ٻاراڻي آپ - وڏائي هئي، جي ٻاڻ به شايد هئا چڙا ويچارڪندڙ ٻالڪ. سنسار جا ماڻهو هرڪنهن ٻيءَ حالت ۾ ويچاروانن جهڙائي هئا ۽ اَڪثر ڪائنن وڌيڪ اُتم، جهڙيءَ طرح وقتي جانور به ضروري حالتن هيٺ اِنسانن کان وڌيڪ اُتم، بهتر ڏسڻ ۾ ايندا آهن، پنهنجين زبردست ۽ اَڻ ٽر ڪاررواين ۾.

سڌارت جي اندر ڌيري ڌيري اِها ڄاڻ اُئي ۽ پختي

تي نه ڳيان سچ پچ ڇا ڪي ٿو چئجي ۽ آخر سندس لنبيءَ
ڪوچ جو اُديش ڇا هو. اِها هئي صرف جيوَ آتما جي تياري،
شڪتي، ڳجهي ڪلا جنهن دوارا جيوت جي دم دم
۾ ايڪي، هيڪڙائيءَ جا ويچار ويچاري سگهجن. اِهو خيال
ڏيري ڏيري منجهس پڪي راس ٿيو ۽ اُنجو پرتوو هن واسديو
جي ٻڍي منهن ۾ ڏٺو: ساڻ، جڳت جي آنادي پورنتا ۽
هيڪڙائيءَ جي جاڻ.

پر ڦٽ اُڇا پوسرائيندو رهيو. سڌارٿ پنهنجي پٽ جي
باري ۾ ڏاڍيءَ سڪ ۽ دک منجهان پور پچائيندو رهيو،
سندس لاءِ پريم ۽ ڪوملتا جو ڀاؤ اندر منجهه سانديندو رهيو،
پيڙا سهندو رهيو، پيار جون مورڪنائون سهن ڪندو رهيو.
شعلو پاڻمرادو اُجهامي ڪونه ويو هو.

هڪڙي ڏينهن جڏهين ڦٽ زبردست نموني پوسرائي
رهيو هو تڏهن سڌارٿ، سڪ جو ستايل، ٻيڙي ڪاهي هن
پار هليو ۽ ٻيڙيءَ مان لهي پٽر جي تلاش ۾ شهر ڏانهن رخ
رکيائين. ندي ڪوملتا ۽ ڌيرج سان وهي رهي هئي؛ خشڪ
موسم هئي پر اُنجو آواز عجيب نموني ۾ وڄي رهيو هو.
هوءَ کلي رهي هئي. هوءَ بلڪل چٽيءَ طرح کلي رهي هئي!
ندي اوجل مزي سان ٻڍي پاڻيءَ تي کلي رهي هئي، مٿس
هاسي ڪري رهي هئي. سڌارٿ چپ چاپ بيٺو رهيو؛ هو
پاڻيءَ مٿان انکي بهتر نموني ۾ ٻڌڻ لاءِ نئڙي بيٺو. هن
پنهنجي شڪل جو پاڇو ماٺ ميٺ ۾ وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڏٺو،
۽ انهيءَ پرتوو منجهه ڪجهه اهڙو هو جنهن کيس ڪنهن
ڳالهه جي يادگيري ڏياري جا ڪانئس وسري ويئي هئي ۽
جڏهن ان تي سوچ ڪيائين تڏهن هنکي ياد آئي. سندس
منهن هڪ ٻئي اِنسان جهڙو ٿي لڳو، جنهن کي هوءَ ڪنهن
لڳا سڃاڻندو هو ۽ پيار ڪندو هو ۽ جنهن کان ڊڄي هلندو

هو. انهيءَ سندس برهمڻ پتا جي شڪل سان مشابهت ٿي
رکي. کيس ياد آيو ته ڪئن ننڍپڻ ۾ هن پنهنجي پتا کي
کيس رخصت ڏيڻ لاءِ ۽ سنياسين سان شامل ٿيڻ لاءِ لاچار
ڪيو هو، ڪئن هن ڪانئس موڪل ورتي هئي؛ ڪئن هو هليو
ويو هو ۽ وري نه موٽيو هو. سندس پتا اِها ساڳي پيڙا نه
سٺي هوندي جا هو هاڻي پنهنجي پٽ لاءِ سهي رهيو هو؟
سندس پتا گهڻي وقت کان ڪين گذاري ويو هو، اَڪيلو،
بنا پنهنجي پٽ کي ڀيهر ڏسڻ جي؟ ساڳي پرالبڌ جي ڪيس
اُميد نه رکڻ گهرجي؟ هي به هڪ چرچائي ڇهڻو نه هو،
عجيب ۽ مورک گهٽنا، ساڳيءَ ساڳيءَ ڳالهه جو دهرائڻ، پرالبڌ
جي چڪر ۾ گهٽنائن جو ڦيرو؟

نديءَ کلي ڏنو. هائو، اِهو اِئين ئي هو. هر وستو جنهن
کي توڙ تائين ڀوڳڻ نه ڏنو ويو آهي ۽ جنهنجو آخرين ڇيهه نه
ڪيو ويو آهي سا ور ور ڪري پيئي ٿيندي ۽ ساڳيائي سور
وري پيا ڀوڳڻا پوندا. سڌارٿ وري ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ويٺو
۽ ٻيڙي پوئتي هاڪاري جهوپڙيءَ وٽ پهتو. سارو وقت پتا
جي خيال ۾، پٽر جي خيال ۾ محو هو، نديءَ مٿس هاسي
ڪري رهي هئي، پاڻ سان جهڳڙي ۾ هو، نراسائيءَ ۾ ورتل
هو ۽ پاڻ تي ۽ ساريءَ دنيا تي ڏاڍيان کلڻ لاءِ به گهٽ
مائل ڪونه هو. ڦٽ اَجا تائين پوسرائي رهيو هو؛ هو پرالبڌ
جي خلاف اَجا به بغاوت ڪري رهيو هو. اَجا تائين ڪيس شانتي
پراپت نه ٿي هئي ۽ نه دک تي ئي جيت پاتي هئائين. انهيءَ
هوندي به هن اُميد ڪانه لاٿي هئي ۽ جڏهن هو جهوپڙيءَ
منجهه موٽي آيو، تڏهن منجهس اَجهل چاهنا پئي ٿي جنهن
کي هو روڪي نه ٿي سگهيو ته واسديو اڳيان سڀ ڪجهه
پاسي ڇڏيان، سڀ ڪجهه ظاهر ڪريان، سڀ ڪجهه انهيءَ
پرش کي ٻڌايان جو ٻڌڻ جي ڪلا جو ڄاڻو هو.

واسديو پنهنجي جهوپڙيءَ منجهه نوڪري مڙهي رهيو هو. هوُ هاڻ پنڌ واريءَ ٻيڙيءَ تي ڪم ڪونه ڪندو هو؛ سندس اکين جي جوت جهڪي ٿيندي پئي ويئي، سندس ٻانهون ۽ هٿ ڪمزور ٿيندا پئي ويا، پر سندس منهن ۾ آنند ۽ شانت-ميه ڪُشلتا ساڳيا ٻکي رهيا هئا.

سڌارٿ ٻيرمرد جي ٻر ۾ ويٺي رهيو ۽ هوريان ڳالهائڻ لڳو. ڪيس هاڻي اهو ڪجهه سليائين جنهن بابت هن ساڻس ڪڏهن به ذڪر ڪونه ڇوريو هو، ڪئن اُن ڏينهن شهر ڏانهن ويو هو، ڪئن سندس ڦٽ پوسرائي رهيو هو، ڪئن ٻين پتائن ڪي خوش ڏسي ڪيس ايرڪا جاڳندي هئي، ڪئن ڪيس اهڙن جذبن جي موڙڪتا ۽ ڳهيلائيءَ جي جاڻ پيئي، ڪئن پاڻ سان جنگ جوٽڻ ۾ ڪيس نراسائي حاصل ٿي. هن هرڪنهن ڳالهه جو ذڪر ڪيو، هو ڪيس سڀ ڪجهه ٻڌائي سگهيو، دکدائڪ ڳالهيون ٻڻ؛ هو ڪيس سڀ ڪجهه سلي سگهيو. هن پنهنجو ڦٽ کولي ڏيکاريو، پنهنجي انهيءَ ڏينهن جي ڀاڄ بابت ڪيس ٻڌايائين ته ڪئن هو شهر منجهان ڇڪر ماري اچڻ جي مراد سان نديءَ پار ويو هو ۽ ڪئن نديءَ مٿس هاسي ڪئي هئي.

جئن هو ڳالهائيندو هليو ۽ واسديو شانت-ميه ڇهري سان ڪيس ٻڌندو رهيو، تئن سڌارٿ کي وڌيڪ ٽڪي جاڻ ٿي ته واسديو کهڙو نه ساوڌان هو. هن محسوس ڪيو ته سندس هلاڪيون، سندس چنتائون ۽ سندس گهٽيون آسائون هن ڏانهن ڇڻ وهنديون ٿي وييون ۽ وري موٽ پئي ڪاڏائون. هن ٻُڌڻ واري سان پنهنجو ڦٽ سلڻ اهڙو هو جهڙو نديءَ ۾ انکي ڌوئي صاف ڪرڻ، جيستائين اهو سيتل ٿئي ۽ نديءَ سان هڪ ٿي وڃي. جئن هو ڳالهائيندو ۽ باسيندو ويو تئن سڌارٿ وڌيڪ ۽ وڌيڪ ائين ڪرڻ لڳو ته هيءُ هاڻ ته

واسديو ٿي ڪونہ ھو، ۽ نہ اھو انسان ھو جو ڪيس ٻڌي رھيو ھو. ھن اھڙو ڪيو تہ ھي ٻنا چرپر جي ٻڌندڙ سندس ٻاس انھين پٺي جذب ڪندو ويو جئن وڻ برسات جو پاڻي جھليندو آھي، ھي سانتيڪو منشيہ خود ندي ھو، خود برھم ھو، خود اننت ـ ڪال ھو. جئن سڌارٿ پنھنجي ۽ ڦٽ جي باري ۾ ويچار ڪرڻ بند ڪيو، تئن جا ڦيرڦار ھن واسديو ۾ ڏٺي ھئي سا منجھس پيھي ويئي ۽ جئن ھو انھيءَ ڦيرڦار کي وڌيڪ سمجھڻ لڳو تئن اھا ڪيس گھٽ اَديت لڳي ۽ وڌيڪ اھڙو ڪرڻ لڳو تہ ھرڪا ڳالھ سياويڪ ۽ نيم انوسار ھئي، واسديو اڪثر سدائين گھڻي وقت کان انھيءَ روپ ۾ ھو، صرف ھن ٿي ڪيس نہ سڃاتو ھو، حقيقت ۾ ھو خود کانئونس گھڻو نيارو نہ ھو. ھن محسوس ڪيو تہ ھاڻي ھن واسديو کي انھيءَ درشٽي سان ٿي ڏٺو جنھن سان ماڻھو ديوتائن کي ڏسندا ھئا، اھا ياونا گھڻو وقت جٽاءَ ڪانہ ڪندي. اندر ۾ ھن ھاڻ واسديو کان موڪلائڻ شروع ڪري ڇڏيو. انھيءَ وچ ھن پٺي ڳالھايو.

جڏھن ھن ڳالھائي پورو ڪيو، واسديو پنھنجي ڪي قدر نستي ٿيل نگاہ ڏانھنس ڦيرائي. ھن ڳالھايو ڪون، پر پريم ۽ شانتي، جاڻ ۽ گيان سندس چھري مان شانت ـ ميہ پٺي چمڪيا. ھن سڌارٿ جو ھٿ ورتو، نديءَ جي ڪپر تي ھڪ بينڪ ڏانھن ڪيس وٺي ويو، سندس پر ۾ ويھي رھيو ۽ نديءَ ڏانھن نھاري مشڪيائين.

”تو ھن کي ڪلندو ٻڌو آھي،“ ھن چيو، ”پر تو سيڪجھ نہ ٻڌو آھي. اچ تہ ڪن ڏيئي ٻڌون، تون وڌيڪ ڪجھ ٻڌندين.“

ھو ڌيان سان ٻڌڻ لڳا. نديءَ جـي گھڻن آوازن وارو مڌر گيت گونججي رھيو ھو. سڌارٿ نديءَ منجھ نھاريو ۽

وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڪيترائي روپ ڏنائين. هن ڏٺو پتا پنهنجو، اڪيلو، پنهنجي پٽ لاءِ هنجون هاريندو، هن ڏٺو پاڻ کي اڪيلو، پنهنجي پري پري ويل پٽ جي سڪ ۽ سوز جي بندڻن ۾؛ هن ڏٺو پنهنجي پٽ کي، پڻ اڪيلو، پنهنجي جيوت جي ترشنائن جي آتشي راهه تي، جوڄ منجهان اڳتي وڌندو؛ هر ڪنهن جو من هو پنهنجي منزل ڏانهن، هر ڪنهن کي چنتا هئي پنهنجي مراد پوري ڪرڻ جي، هر ڪنهن پئي سنئو. نديءَ جو آواز دک ڀريو هو. اُن پئي ڳايو اُڪير ۽ اداسائيءَ منجهان، سڪ ۽ شوڪ منجهان، ۽ پئي وهي پنهنجي منزل ڏانهن.

”ٻڌين ٿو؟“ واسديو جي گنگي نگاهه سوال ڪيو. سڌارٿ ڪنڌ ڌوڻيو.

”وڌيڪ چڱيءَ ريت ٻڌ!“ واسديو پڙڪيو.

سڌارٿ بهتر نموني ۾ ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس پتا جو روپ، سندس پنهنجو روپ، سندس پٽ جو روپ، سڀ هڪ ٻئي ۾ منجهه پئي وهيا. ڪملا جو روپ پڻ نظر آيو ۽ اڳتي وهي هليو، گووند جو روپ ۽ ٻين جا روپ پڻ ظاهر ٿيا ۽ اڳتي وڌندا ويا. اُهي سڀ نديءَ ۾ سمائجي ويا. اهو ئي سندن اُديش هو، سڪڻ، چاهڻ، سهڻ؛ ۽ نديءَ جو آواز هو ڀريل آرزوءَ سان، پوسرائيندڙ دک سان، اجهل ترشنائن سان. ندي پنهنجي منزل ڏانهن وهندي هلي. سڌارٿ نديءَ کي تڪڙو وهندو ڏٺو، جنهن جا جزا هئا هو پاڻ، سندس مٽ مائٽ ۽ سڀ اهي هئس جن سان سندس جاڻ سڃاڻ هئي. سڀ لهرون ۽ پاڻي تڪڙو پئي هليا، دک ڀوڳيندا، پنهنجي منزلن ڏانهن، گهڻن منزلن ڏانهن، جهرني ڏانهن، سمنڊ ڏانهن، سير ڏانهن، مهاساگر ڏانهن، ۽ سڀ منزلون طيءِ ڪيون ويئون ۽ هر هڪ منزل جي پوٺتان وري ٻي پئي آئي.

پاڻيءَ ٻاڦ جو روپ ورتو ۽ مٿي چڙهيو؛ برسات جو روپ ورتائين ۽ وري هيٺ لٿو، چشمي، نهر ۽ نديءَ جو روپ ورتائين، نئين سر بدليو ۽ نئين سر وهڻ لڳو. پر اهو سڪ ۽ لوچ وارو آواز بدلجي پيو. انجو پڙلاءُ اڃا به شوق سان ٻڌي رهيو آهي، اڃان به ڪنهن تلاش ۾ هو، پر ٻيا آواز انجي سنگ ۾ هئا، سک ۽ دک جا آواز، نيڪيءَ ۽ برائيءَ جا آواز، ڪل خوشي ۽ درد جا آواز، سوين آواز، هزارين آواز.

سڌارت ٻڌندو رهيو. هو هاڻ بلڪل ڌيان سان ٻڌڻ لڳو، سمورو مگهن، بنه خالي، سڀ ڪجهه سمائيندو، گرهڻ ڪندو ٿي ويو. هن انيڪ ڪيو ته هو هاڻ سڀڻ جي ڪلا سموري سکي ويو هو. هن اڳي به اڪثر سڀ ڪجهه ٻڌو هو، نديءَ جا هي سڀ اڪيچار آواز ٻڌا هئا، پر اڄ اهي ٻڌڻ ۾ نيارا ٿي لڳا. هاڻ انهن نيارن آوازن ۾ ڪيس ڪو به ڀيد نظر نه ٿي آيو— کلندڙ آواز هو يا رُئندڙ آواز، ٻاراڻو آواز هو يا مردانو آواز. اهي هڪ ٻئي جا جزا هئا، انگ هئا: شوق انهن جو جي سڪن ٿا، تڙفن ٿا؛ ٿهڪڙو انهن جو جي گياني ۽ ٻڌوان آهن؛ داتهون ۽ آهون انهن جون جي مرت لوڪ ڏانهن وڃن ٿا. اهي سڀ پاڻ ۾ تاڃي پيٽي اُٽيل ۽ هڪ ٻئي ۾ جڪڙيل ۽ هزارين نمونن ۾ ڳنڍيل هئا. ۽ سڀيئي آواز، سڀيئي منزلون، سڀيئي تمنائون، سڀيئي دک، سڀيئي خوشيون، سڀيئي نيڪ ۽ بد— انهن سڀني جو سملگم هئو سنسار. انهن سڀني جو سماگم هو گهٽنائن جي نهر، جيوت جو سنگيت.

جڏهن سڌارت هن نديءَ کي ڌيان سان ٻڌي رهيو هو، هزار آوازن سندو گيت؛ جڏهن هن غم ۽ خوشيءَ ڏانهن ڌيان نه ڏنو، جڏهن هن پنهنجي آتما کي ڪنهن به خاص آواز سان ڪونه جڪڙيو ۽ نه پنهنجي پاڻ ۾ انکي سمايو پر هن انهن سڀني کي، سموراڻيءَ کي، هيڪڙائيءَ کي ٻڌو؛ تڏهن

هزار آوازن وارو مهاگيت جڙيل هو صرف هڪ شبد جو:
**اوم** — پوُرنتا.

”ٻڌين ٿو؟“ واسديو جي نيترن وري پڇيو.

واسديو جي مشڪ جوت سمان هئي؛ اها سندس پيرسن ڇهري جي سيني گهنجن ۾ ڦهليل هئي، جئن **اوم** شبد نديءَ جي سيني آوازن ۾ ڦهليل هو. سندس مشڪ ۾ جوت هئي، جئن هن پنهنجي مٽر ڏانهن نهاريو ۽ هاڻ اُهائي مشڪ سڌارٿ جي چهري تي پرڪاش ٿي. سندس ڦٽ ڇٽي رهيو هو، سندس پيڙا وڌندي رهي هئي، سندس ’پاڻ‘ هيڪڙائيءَ ۾، ايڪي ۾، سمائجي ويو هو.

انهيءَ گهڙيءَ کان وٺي، سڌارٿ پنهنجي پرالبڌ سان لڙڻ بند رکيو. سندس مُهن منجهه پئي بکي گيان جي شانتي، اُن جي جنهن ۾ ترشنائن جو بکيڙو سماپت ٿي چڪو هو، جنهن مڪتي پراپت ڪئي هئي، جو گهٽنائن جي ڌارا سان، جيوت جي ڌارا سان، ساز ۽ سلوڪ ۾ هو، پاڻ ديا ڀاوَ ۽ همدرديءَ سان ڀرپور نهر ڪي ارپيل، سيني وستن جي ايڪتا ۾ پاڻ سمايل.

جئن نديءَ جي ڪپر تي واسديو پنهنجي بينڪ تان اُٿيو، ٽئن هن سڌارٿ جي نيترن منجهه نهاريو ۽ منجهس گيان جي شانتي چمڪندي ڏسيائين. سندس ڪلهي کي پنهنجي ديالو ۽ رکيڪ ڀاوَ سان، آهستي ڇهي، چيائين: ”آءُ هن گهڙيءَ لاءِ ٿي ترسيل هوس، منهنجا مٽر؛ هاڻ اها گهڙي اچي ويئي آهي، مونکي هلڻ گهرجي. مونکي واسديو ٿي رهئي، پاٽڻي ٿي رهئي گهڻو سمو ٿي چڪو آهي. هاڻ اُهو سماپت ٿيو. نمسڪار جهوپڙي، نمسڪار ندي، نمسڪار سڌارٿ! آسرو نام جو!“

سڌارٿ موڪلائيندڙ منش اڳيان ڏنڊوت وندنا ڪئي.

”مونکي سڌ هئي،“ هن سرلتا سان چيو. ”تون بہ منجهہ وچي رهيو آهين؟“

”هائو، آءٌ بہ منجهہ وچي رهيو آهيان: آءٌ سيني وسنن جي ايکي منجهہ وچي رهيو آهيان“ ٻهڪندي واسديو چيو.

۽ ائين هوءُ هليو ويو. سذارٿ ڏانهنس نهاريندو رهيو. اُتي آنند ۽ مهاگنيپرتا سان هو ڏانهنس نهاريندو رهيو، سندس قدم شانتيءَ پريا، سندس منهن تيجوان، سندس سروپ جوت سمان.

# گووند

گووند هڪ دفعي پنهنجو ڪجهه آرام جو سمو ڀين ڪن ٻڪشن سان انهيءَ آننددايڪ باغيچي ۾ گهاريو، جو ڪملا وڻشيا، ڪنهن سمي گوتم جي ششن کي ڀيٽا ڪري ڏنو هو. هن انهيءَ پوڙهي پاڻيءَ جي ٻاري ۾ ٻاهت چيت ٻڌي هئي جو نديءَ جي ڪپ تي آتان هڪ ڏينهن جي پنڌ تي هو ۽ جنهنکي گهڻا ماڻهو رشي ڪري سمجهندا هئا. جڏهن گووند آئي هلڻ لڳو، تڏهن هن پنڌ ڏانهن ويندڙ رستو وٺڻ پسند ڪيو، ڪيس انهيءَ پاڻيءَ ڏسڻ جي اُڪير هئي، ڇاڪاڻ ته جيتوڻيڪ هوُ پنهنجي رهڻي نيم انوسار رهيو هو ۽ ڪانئس ننڍا ٻڪشو ڪيس سندس وهيءَ ۽ نمرتا ڀاؤ سبب مانُ ڏيندا هئا، تڏهن ٻه سندس هردي اندر آنند مانڊ هئي ۽ جنهن شيءَ جي ڳولا ۾ هو اُها ڪيس پراپت نه ٿي هئي.

هو نديءَ وٽ پهتو ۽ پيرمرد کي نديءَ پار وٺي وڃڻ لاءِ نويدن ڪيائين. جڏهن هُن پر ٻيڙيءَ مان لٿا، تڏهن هن پيرمرد کي چيو ته ”تون ٻڪشن ۽ ياترين سان ڏاڍا سٺا پير پريندو آهين، ڏانهنِ ڏايو مهربان آهين؛ تون اسان مان ڪيترن کي ٿي پار وٺي هليو آهين. تون پڻ سنيه مارگ جو لوچيندڙ، طالب ڪين آهين؟“

سڌارٿ جي جهوُر نيترن ۾ مشڪ آئي جڏهن هن چيو: ”تون، يوگيه پُرش، پاڻ کي طالب ٿو سڏين، تون جو اُڳي ئي مانا ڪائي مٿي چڙهيو آهين ۽ گوتم جي ٻڪشن وارو جبو پهريو

اُتيئي؟"

"آءٌ سچ پچ پيرسن آهيان،" گووند چيو، "پر مون پنهنجي تلاش ڇڏي ڪانہ آهي. آءٌ ڪڏهن بہ پنهنجي کوج نہ ڇڏيندس. پرالبت منهنجي اِئين ٿي ڏسجي. آءٌ اِئين ٿو ڀانيان تہ تون پڻ تلاش ۾ رهيو آهين. تون مونکي اُنهيءَ باري ۾ ڪجھہ ٻڌائيندين، منهنجا مِتر؟"

سڌارٿ چيو: "آءٌ توکي ڇا ٻڌائي سگهندس جو ڪارگر ٿي سگهي، سواءِ اُنجي تہ شايد تون ڳولين ٿو تمام گهڻو، جنهن سبب اُهو جيڪي ڳولين ٿو سو لهي نہ ٿو سگهين."

"سو وري ڪيئن؟" گووند پڇيو.

سڌارٿ چيو: "جڏهن ڪوبہ تلاش ڪري ٿو، تڏهن اِئين اَوس ٿئي ٿو تہ جنهن وستوءَ جي هو تلاش ۾ آهي تنهن جوئي صرف خيال تو ڪري، اُنهيءَ ڪري هو ڪجھہ بہ لهي نہ سگهندو آهي، ڪجھہ بہ گرهڻ نہ ڪري سگهندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هو صرف اُنهيءَ وستوءَ جوئي خيال ٿو رکي جنهن جي هو ڳولا ۾ آهي، ڇاڪاڻ تہ هنجي آڏو هڪ اُديش آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس اُديش کيس پوري طرح جڪڙي ويو آهي. تلاش معنيٰ: اُديش هئڻ؛ پر لهڻ معنيٰ: آجو ٿيڻ، هر وستوءَ پاڻ ۾ سمائڻ، اُديش جي بندنن کان ڇوٽڪارو پائڻ. تون، اي يوگيہ پرش، شايد سچ پچ ڳولائو آهين، ڇاڪاڻ تہ تون پنهنجي منزل ڏانهن وڃڻ ڪندي ڪيترين ڳالهيون نٿو ڏسين، جي بنہ تنهنجي نڪ سامهون آهن."

"آءٌ اَڃا پوريءَ ريت ڪونہ ٿو سمجهان،" گووند چيو. "تنهنجو مطلب ڇا آهي؟"

سڌارٿ چيو: "هڪ ڀيري، اي يوگيہ پرش، گهڻا ورهيہ ٿيا، تون هن نديءَ وٽ اچي نڪتو هئين ۽ هڪ ماڻهوءَ کي اُتي ليٽيل ڏٺو هوءِ. جيستائين هوُ ننڊ ۾ هو تيستائين تو هنجي

پرسان وٺهي انجي رکيا ڪيئي، پر تو انهيءَ سمهيل ماڻهوءَ کي ڪونہ سڃاتو، گووند.“

تپرس ۾ ۽ موهت ٿيل بکشو پاڻيءَ ڏي نهارڻ لڳو.

”تون سدارٿ آهين؟“ هن ڌ ڄڻي آواز ۾ پڇيو. مون هن ڀيري بہ توکي ڪونہ سڃاتو. توکي وري ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان، سدارٿ، ڏاڍي خوشي ٿي اٿم. تون تمام گهڻو ڦري ويو آهين، منهنجا متر، ۽ هاڻي ياتڙي ٿيو آهين ڇا؟“

سدارٿ ڦرب منجهان کلڻ لڳو. ”هائو، آءٌ ياتڙي ٿيو آهيان. گهڻن ماڻهن کي گهڻو ئي بدلجڻو پوندو آهي ۽ گهڻن ئي نمونن جا وستر پهرڻا پوندا آهن. آءٌ انهن مان هڪ آهيان، منهنجا متر. تون ڀلي آئين، نچ آئين، آءٌ توکي پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ رات رهڻ جي نينڊ تو ڏيان.“

گووند انهيءَ ڇني ۾ رات گذاريو ۽ انهيءَ بستري تي سمهيو جو ڪنهن وقت واسديو جو هو. هن پنهنجي ننڍ پڻ واري پريتم کان گهڻائي سوال پڇيا ۽ سدارٿ کي پڻ پنهنجي جيوت جي باري ۾ گهڻو ئي ڪجهہ ٻڌائڻو هو.

جڏهين صبوح جو گووند جي موڪلائڻ جو وقت آيو، تڏهن هن ڪجهہ هٻڪي چيو: ”هتان وڃان تنهن کان اڳ، سدارٿ، آءٌ جيڪر توکان هڪ سوال وڌيڪ پڇان. توکي ڪو سدانت، نشچو يا گيان آهي جنهن جو تون سهارو وٺين ٿو، جو توکي نيڪ جيون رهڻ ۽ نيڪ ڪمن ڪرڻ ۾ واهر ٿو ڪري؟“

سدارٿ چيو: ”توکي سڌ آهي، منهنجا متر، تہ جوانيءَ جي وقت ۾ پڻ جڏهن اسين بن ۾ سنياسين سان رهندا هئاسين، تڏهن پڻ منهنجو سدانتن، آچارين ۽ گرن ۾ وشواس ڪونہ ٿي ڄميو ۽ ڪين ليااِهہ ٿي ڪرڻو پيم. اُجا تائين بہ منهنجي من جي ورتي ساڳي آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ وقت کان وٺي گهڻائي گرو، اُڌ ياپڪ مليا اٿم. هڪ سندر وشيا گهڻي

وقت ڪان وٺي منهنجي اُڌ ياپڪ ٿي رهي، ۽ هڪ ڊ نوان واپاري ۽ هڪ ڇڪي جو جوڙٿاري پڻ. هڪ لگا، ٻڌ جي گهومو ٻکشن مان هڪ منهنجو گرو هو. ياترا تي ويندي هوُ ٽرسي پيو، منهنجي پرسان ويهي منهنجي رکيا ڪيائين، جڏهن آءٌ ٻن ڀر ستل هوس. آءٌ ان ڪان پڻ ڪجهہ سکيس ۽ انهيءَ ڪري آءٌ سندس ٿورائتو آهيان، بلڪل ٿورائتو. پر سڀ ڪان وڌ يڪ آءٌ سکيو آهيان نديءَ ڪان ۽ پنهنجي اڳئين جاءِ نشين واسديو ڪان. هوُ هڪ سادو سودو اِنسان هو، هوُ ڪو فيلسوف ڪونہ هو، پر هن اَصليت کي اهڙو ئي ڄاتو هو جهڙو گوتم. هوُ هڪ ڪامل پرش، هڪ درويش هو.“

گووند چيو: ”مونکي ڏسڻ ۾ ٿو اچي، سڌارٿ، تہ توکي اَجا بہ ٿورو چرچو ڪرڻ وڻي ٿو. آءٌ توتي ويسهہ ڪريان ٿو ۽ مونکي سڌ آهي تہ تو ڪنهن بہ گروءَ جي پٺ ڪانہ ورتي آهي، پر جيڪڏهن توکي ڪو مت يا سڌانت نہ آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ تون پاڻ کي ويچار ڪونہ ٿو ڌارين؟ تو پاڻ ڪنهن قسم جي ڄاڻ، ڪنهن قسم جو گيان ڪونہ ڳوليو لڌو آهي جو توکي سنسار اندر رهڻ ۾ مدد ڪري رهيو هجي؟ مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي جي انهيءَ باري ۾ مونکي ڪجهہ ٻڌائين.“

سڌارٿ چيو: ”هائو، وقت بہ وقت منهنجي من اندر ايڪر بيڪر ويچار پيي اُٿيا آهن ۽ ڄاڻ پڻ پئي ٿي اٿم. وقتي هڪ گهڙيءَ يا هڪ ڏينهن لاءِ گيان جو پرڪاش پئي ٿيو اٿم، جهڙيءَ ريت ڪو پنهنجي هردي اندر جيون ڌارا اُنڀوُ ڪري. مونکي گهڻي ئي ويچار پئي آيا آهن، پر اهي توکي ٻڌائڻ مون لاءِ مشڪل ٿيندو. پرنتو هڪڙو هيءُ خيال آهي جنهن مون تي اثر ڪيو آهي، گووند. گيان اهڙي چيز نہ آهي جا ڪو ڏيئي سگهي ٿو. گيان، جو گياني پرش ڏيڻ جي ٿو

ڪري، سو ذرا مؤرک گيان پيو لڳي.“

”تون چرچو ٿو ڪرين ڇا؟“ گووند پڇيو.

”نه آءُ توکي اهو ڪجهه ٻڌائي رهيو آهيان جو مون ڳولي لڌو آهي. وديا جي ڏي وٺ ٿي سگهي ٿي، پر نه گيان جي. اهو انڀؤ ڪري سگهجي ٿو، لهي سگهجي ٿو، رهي سگهجي ٿو، انجو سهارو وٺي سگهجي ٿو، انجي دواران اچمبا ڪري سگهجن ٿا، پر اهو ڪوبه ڏيئي يا سيکاري نٿو سگهي. مونکي انهيءَ ڳالهه جي شڪا هئي جڏهن آءُ اڃا ننڍو هوس ۽ اهائي ڳالهه هئي جنهن مونکي آچارين، اڌياپڪن کان ڌڪي دور پئي ڪيو. مونکي هڪڙو ويچار پئي ٿيو آهي، گووند، جنهن کي تون وري به چرچو يا مورکتا سمجهندين. اهو هي آهي، ته هرڪنهن ستيه ۾، جيڪي انجي ابتڙ آهي سو به اهڙو ئي سچو آهي. مثلا ستيه کي تڏهن ئي اکرن ۾ ظاهر ڪري يا اکرن جو ويس پهرائي سگهجي ٿو جيڪڏهين اهو هڪ طرفو آهي. هرڪا ڳالهه جا خيال جي دائري اندر آڻجي ٿي ۽ شبدن ۾ پرڪاش ڪجي ٿي سا هڪ طرفي آهي، صرف اڌورو ستيه آهي؛ ان ۾ سمورائي، پورنتا، ايڪتا جي ڪمي آهي. جڏهن سريشت ٻڌَ سرشٽيءَ جي باري ۾ سکيا ڏني، تڏهين انهيءَ سکيا کي سنسار ۽ نروان ۾، مايا ۽ ستيه ۾، دک ۽ موکش ۾ وراهائڻو ٿي پيس. ٻيءَ ريت ٿي به نٿو سگهي، ٻيو ڪو رستو اڌياپڪن لاءِ آهي ئي ڪونه. پر سرشٽي پاڻ جا اسان مجهه ۽ اسان جي چوڌاري آهي سا ڪڏهن به هڪ طرفي نه ٿي ٿئي. ڪوبه منشيه يا ڪارج ڪڏهين به سمورو ئي سنساري يا سمورو ئي نرواني ڪونه آهي؛ ڪوبه منشيه ڪڏهن به سمورو ئي سنت يا سمورو ئي پاپي نه آهي. اهو رڳو ائين ڏسڻ ۾ ٿو اچي ڇاڪاڻ ته اسانکي وهم وٺل آهي ته ڪال، وقت، ڪا حقيقي يا ستيه وستوءَ آهي. ڪال ستيه

نہ آهي، گووند. مون ور ور ڪري پٺي اها ڳالهہ آنڀؤ ڪئي آهي. ۽ جيڪڏهين ڪال ستيہ وستؤ نہ آهي، تہ انهيءَ حالت ۾ ورهاست واري ليڪ، حد بندي، جا هن سنسار ۽ اننت ڪال وچہ، دک ۽ آنند وچہ، نيڪ ۽ بد وچہ، نقش ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا پڻ هڪ وهم آهي، هڪ ڀرم آهي."

"اهو ڪئن آهي؟" گووند، موڙهاري ۾ اچي پڇيو.

"ٻڌ، منهنجا دوست! آءٌ پاپي آهيان ۽ تون پاپي آهين، پر ڪنهن ڏينهن پاپي جيؤ وري برهم ٿيندو، ڪنهن ڏينهن نروان پد پائيندو، ڪنهن ڏينهن ٻڌ ٿيندو. هاڻ اهو 'ڪنهن ڏينهن' آهي وهم، ڀرم؛ اها آهي صرف ڀيٽ. پاپي ڪو ٻڌ جي اوستا واري مارڳ تي ڪونہ آهي؛ هنجو ڪو پرڻام ڪونہ ٿي رهيو آهي، جيتوڻيڪ اسانجي ويچار شڪتي ٻيءَ طرح وستن جي ڪلپنا نہ ٿي ڪري سگهي. نہ، سمپاويہ ٻڌ اڳيئي پاپيءَ منجهہ وياپڪ آهي؛ سندس ڀوشيہ منجهس اڳيئي وجود ۾ آهي. سمپاويہ لڪل ٻڌ هن منجهہ، تو منجهہ، هرڪنهن منجهہ پڇاڻڻ گهرجي. سنسار، گووند، اپورن نہ آهي ۽ نہ ڌيري ڌيري پورنتا جي لنبي مارگ ڏانهن اسرندو ٿو هلي. نہ، اهو هر وقت پورن ٿي آهي؛ هر هڪ پاپ اندر اڳيئي شڌ تا، پوترتا سمايل آهي، سيني ننڍن ٻالڪن ۾ ٻڍاپو سمايل آهي، سيني ڪير پياڪ ٻالڪن منجهہ آد ڪان ٿي مرتيو سمايل آهي، سيني مرڻينگہ منشن منجهہ — اڳيئي آنادي جيوت سمايل آهي. اهو ممڪن نہ آهي ڪنهن بہ منش لاءِ ڏسي سگهڻ تہ ٻيو مارڳ تي ڪيترو اڳيرو آهي؛ ٻڌ آهي ڦورو منجهہ، جؤئاريءَ منجهہ؛ ڦورو آهي برهمڻ منجهہ. گهڙي ڌيان ۾، سماڌيءَ ۾، ڪال يا وقت کي ميٽڻ ممڪن آهي؛ گذريل، هلندڙ ۽ ايندڙ، سڀ هڪ سمي ڏسڻ ممڪن آهي؛ ۽ پوءِ، سڀ آهي نيڪ، سڀ آهي پورن، سڀ آهي

برهم. انهيءَ ڪري مونکي ائين ڏسڻ ۾ تو اچي ته جيڪا به هستي وجود ۾ آهي سا نيڪ آهي، نيڪ آهي — موت توڙي جيون، پاپ توڙي پورنتا، گيان توڙي اگيان. سڀ ڪجهه ضروري آهي، هرڪا وستو چاهي ٿي منهنجو ڪيس سويڪار ڪرڻ، منهنجي ميتا، منهنجو پريم سان ڪيس سمجهڻ؛ پوءِ ته منهنجي اِستتي نيڪ رهندي ۽ ڪابه وستو مونکي هاڃي نه رسائي سگهندي. آءٌ پنهنجي سرير ۽ پنهنجي روح ۾ ڏٺو آهي ته مونکي پاپ جي تمام گهڻي ضرورت هئي، مونکي ڪام گهربيل هو، مونکي دولت لاءِ اُدم ڪرڻو هو ۽ نفرت ۽ نراسائيءَ جو آزمودو پرائڻو هو، انهيءَ لاءِ ته انهن جو ورود نه ڪرڻ سکان، انهيءَ لاءِ ته سنسار کي پيار ڪرڻ سکان، ۽ اُنکي هڪ قسم جي چاهيل وهمي سنسار سان، ڪنهن پورنتا جي ڪلپنا تيل درشيه سان وري نه پيٽيان؛ پر جئن آهي تئن اُني ڪيس هجڻ ڏيان، انکي پيار ڪريان ۽ پاڻکي انجو جزو سمجهڻ ۾ اُني خوشي سمجهان. اِهي آهن، گوونڊ، منهنجا ڪي خيال جي منهنجي من اندر پيدا ٿيا آهن."

سڌارٿ هيٺ نئڙيو، زمين تان هڪ پٿر کنيائين ۽ انکي پنهنجي هٿ ۾ جهليائين.

"هيءُ" هن چيو، "آهي پٿر ۽ ڪجهه سمي اندر هيءُ شايد ٿي پوندو مٽي ۽ مٽيءَ منجهان تيندو ٻوٽو، جانور يا اِنسان. اَڳي آءٌ چوان ها: هيءُ پٿر صرف آهي پٿر؛ هنکي ڪوبه ملهه ڪونهي، هيءُ رهي ٿو مايا جي سنسار اندر، پر شايد چاڪاڻ ته ڦيري جي چڪر منجهه هيءُ پڻ منش ۽ آتما ٿي سگهي ٿو، انهيءَ ڪري اِهو به اَهميت وارو آهي. آءٌ اڳي جيڪر اِئين اُني سمجهان ها. پر هاڻ منهنجو هيءُ ويچار آهي: هيءُ پٿر آهي پٿر؛ هيءُ پڻ آهي جانور، ايشور ۽ ٻڌ. مان انکي عزت مان ڏيان ٿو ۽ پيار ڪريان ٿو نه انهيءَ لحاظ کان

۽ هاڻ هو آهي هڪ وستو ۽ پوءِ تي پوندو ٻيو ڪا وستو، پر ڇاڪاڻ ته اِهو اڳيئي گهڻي سمي کان سڀ ڪجھ آهي ۽ سدائين لائين سڀ ڪجھ تي رهيو آهي. آءٌ انکي پيار ڪريان ٿو صرف ڇاڪاڻ ته اِهو آهي پٿر، ڇاڪاڻ ته اَڄ ۽ هاڻ اِهو مونکي پٿر ئي ٿو ڏسڻ ۾ اچي. آءٌ ڏسان ٿو انجو ملھ ۽ اَرٿ سندس عمدن نشانن ۽ سوراخن جي هرهڪ جزي ۾، سندس پيلاي ۽ خاڪي رنگ ۾، انجي سخت جوڙ ۾ ۽ آواز ۾ جڏهن انکي ڪڙڪايان ٿو، سندس مٿاڇري جي سوڪ يا آلاڻ ۾. ڪي پٿر آهن جي ڇهڻ سان تيل يا صابڻ مثل ٿا لڳن، ڪي پنن يا ريتيءَ مثل ٿا ڏسڻ ۾ اچن، ۽ هرهڪ نيارو آهي ۽ پنهنجي نموني ۾ اوم جي پوڄا ٿو ڪري. هرهڪ آهي برهم. سانگئي وقت هو گهڻو تڻو آهي پٿر، سٽيو يا صابڻ مثل، ۽ اِهائي آهي ڳالھ جا مونکي مزو ڏئي ٿي ۽ اچرج جهڙي ۽ پوڄڻ لائق نظر اچي ٿي. پر انهيءَ باري ۾ آءٌ وڌيڪ ڪجھ نه چوندس. لفظ ويچارن کي چڱيءَ طرح ظاهر نٿا ڪري سگهن، اُهي اُچارجڻ ته اُتي جو اُتي سدائين ڪي ڪجھ نيارا ٿيو پون، ڪي ڪجھ مروٽيل، ڪي ڪجھ مورکاٽا. ۽ انهيءَ هوندي به اها ڳالھ وڻيم ٿي ۽ نيڪ ٿي نظر اچيم ڇو ته جا ڳالھ هڪ منشيہ لاءِ ملھ ۽ گيان واري آهي سا ٻئي جي نظر ۾ مورکتا ڀريل آهي."

گووند هيل تاءُ مانت ميت ۾ ٻڌي رهيو هو.

"تو پٿر جو مثال ڇو ورتو؟" هن ڪجھ ترسڻ بعد هٻڪندي پڇيو.

"اِهو مون ڪنهن به مراد کان سواءِ ڪيو. پر شايد اهو چٽيءَ طرح پڌرو ڪري ٿو ته آءٌ پٿر ۽ نديءَ کي پيار ڪريان ٿو ۽ سيني اهڙين شين کي جي اسين ڏسون ٿا ۽ جن کان اسين سکي سگهون ٿا. آءٌ پٿر کي پيار ڪري سگهان ٿو،

گوونڊ، ۽ وڻ کي يا ڇوڏي جي هڪ ٽڪر کي. اهي شيون آهن ۽ شين کي پيار ڪري سگهجي ٿو. پر اڪرن کي نه پيار ڪري نٿو سگهجي. تنهنڪري سکيائون منهنجي لاءِ ڪنهن نه ڪم جون آهن. اُهي نه آهن سخت، نه آهن نرم، نه اُٿن رنگ، نه اٿن روپ، نه اٿن سڳنڌ، نه اٿن سواد ـــ انهن ۾ سواءِ اکرن جي ٻيو ڪجھ نه آهي. شايد اِهائي ڳالھ آهي جا توکي شانتي حاصل ڪرڻ ۾ روڪي ٿي، شايد موکش ۽ نيڪيءَ لاءِ به انداز کان وڌيڪ اکر آهن. سنسار ۽ نروان آهن صرف اکر، گوونڊ. نروان ڪا وستو نه آهي؛ نروان آهي صرف هڪ اکر."

گوونڊ چيو، "نروان صرف اکر نه آهي، منهنجا متر؛ اهو هڪ ويچار آهي."

سڌارٿ وڌيڪ جاري رکندي چيو: "اهو ويچار هجي به، پر آءٌ پاڻيان ٿو، منهنجا دوست، ته آءٌ ويچارن ۽ وچنن، خيالن ۽ اکرن ۾ ڪوبه ڀيد ڪونه ٿو ڏسان. سنئين سڌي ڳالھ، ته آءٌ ويچارن کي به گهڻي اهميت ڪانه ٿو ڏيان. آءٌ وڌيڪ اهميت ڏيان ٿو شين کي. مثلاً، هن پتڻ تي هڪ منشيه رهندو هو جو منهنجو اڳيون جاءِ نشين ۽ آچاريه هو. هو ساڌو جن هو جو ڪيترن ئي سالن تائين نديءَ منجھ ئي ويسھ رکندو آيو ۽ ٻئي ڪنهن ۾ به نه. هن ڏٺو ته نديءَ جي آواز ساڻس ڳالهايو ٿي. هو ڪانئس سکيو؛ هن کيس سيکاريو ۽ گيان ڏنو. نديءَ سندس لاءِ ديوتا سمان هئي ۽ ڪيترن سالن تائين کيس سڌ ڪانه هئي ته هر هڪ پوَن، هر هڪ بادل، هر هڪ پکي، هر هڪ ننڍڙ هڪ جھڙو ئي ايشور روپ آهي ۽ اوترو ئي ڄاڻي ۽ سيکاري سگهي ٿو جيترو پوڄنيه ندي. پر جڏهين هي پوتر پرش بن منجھ ويو، تڏهن کيس سموري ڄاڻ هئي؛ هن کي ٽوڪان، مونکان وڌيڪ ڄاڻ پيئي؛ بنا آچارين، بنا

پستڪن جي صرف انهيءَ ڪري جو هنجو ويسهُ نديءَ منجهه هو."

گووند چيو: "پر جنهن کي تون شيءِ ٿو چوين، سا ستيه روپ آهي، اصليت رکندڙ آهي؟ اهو صرف مايا روپي وهم يا ڀرم نہ آهي، صرف روپ ۽ خيالي تصوير؟ تنهنجو پٿر، تنهنجو وڻ، اهي ستيہ آهن؟"

"اها ڳالهہ پڻ مونکي گهڻو ڪانہ ٿي ستائي،" سڌارٿ چيو. "جيڪڏهن اُهي مايا روپي وهم يا ڀرم آهن، تہ آءٌ پڻ ڀرم آهيان، ۽ انهيءَ ڪري هو سدائين انهيءَ پرڪار جا آهن جهڙو مان. اهو ئي سبب آهي جو هو اهڙا پريم ڪرڻ يوڳيہ ۽ پوڄنيہ آهن. اهوئي سبب آهي جو آءٌ ڪين پيار ڪري سگهان ٿو. ۽ اجهو هي آهي سڌانت جنهن تي تون کلندين. مونکي ڏسڻ ۾ ٿو اچي، گووند، تہ پريم سرشٽيءَ منجهہ سڀ کان وڏي اهميت رکندڙ وستو آهي. وڏن ويچاروانن لاءِ سرشٽيءَ کي سوجهڻ، اها سمجهائڻ ۽ ان کي ڌڪارڻ اهميت ڀريو هجي پر، پر آءٌ سمجهان ٿو تہ سرشٽيءَ کي پريم ڪرڻ ئي ۽ نہ انکي ڌڪارڻ وڏي اهميت ڀريو آهي، اهو اسان کي نٿو سهائي تہ اسين هڪ ٻئي کي ڌڪار جي درشٽيءَ سان ڏسون، پر اٿين ٿو جڳائي تہ دنيا کي، پاڻ کي ۽ سڀني جيون کي پريم، قدرشناسيءَ ۽ عزت سان ڏسون."

"آءٌ اها ڳالهہ سمجهي سگهان ٿو،" گووند چيو، "پر اهائي تہ ڳالهہ هئي جنهنکي سريشٽ پرش، مايا روپي ڀرم ڪري ڪوٺيو آهي. هن اُپديش ڏنو پراُپڪار جو، ڪميا جو، دَيا جو، ڌيرج جو— پر نہ پيار ۾ ڦاسڻ جو، هن آگيا ڏني تہ مٿان پاڻ کي دنيوي پريم ۾ اَڙايو."

"مونکي اها ڄاڻ آهي،" سڌارٿ چمڪندڙ مشڪ سان چيو. "اها سَتُ اٿم، گووند، ۽ هت اسين ارٿ جي

اوجهڙ ۾ ۽ اکرن جي جهڳڙي ۾ وڃي ٿا اڙجون، چاڪاڻ ته
مان انهيءَ ڳالهه کان انڪاري ڪونه ٿيندس ته منهنجا لفظ
ظاهريءَ طرح ڄڻ ته گوتم جي سکيا جو ورود ٿا ڪن. اهوئي
سبب آهي جو اکرن تي آءٌ ايترو ڀروسو نٿو رکان، چاڪاڻ
ته مونکي سڌ آهي ته اهو اختلاف آهي وهم. مونکي پڪ
آهي ته آءٌ گوتم سان سهمت آهيان؛ منهنجو ويچار به گوتم
جهڙو ئي آهي. هنکي سچ پچ ڪٿن نه ٻڌم جي جاڻ هوندي،
اهو جنهن منشيه جاتيءَ جي ايمان ۽ ٻي بقائيءَ جو ورڻن ڪيو
آهي، لنهن هوندي به منشيه جاتيءَ کي ايترو ته پيار ڪيائين
ٿي جو هن پنهنجي سموري لنبي جيون صرف انسان کي
سهائتا ڪرڻ ۽ سيکارڻ ۾ ارپڻ ڪري ڇڏي؟ ۽ هن مها
آچاريه بنسبت پڻ، مون لاءِ لفظن کان وڌيڪ اهميت ڀري
شيءِ آهي؛ سندس ڪاريه ۽ جيون مون لاءِ سندس رايـن
کان وڌيڪ اهميت ڀريا آهن. آءٌ ڪيس مهاپرش سمجهان ٿو
نه سندس وياکياڻ يا ويچار ڌارا سبب، پر سندس ڪاريه
۽ جيون سبب."

ٻئي پيرمرد ڳچ وقت تائين چپ چاپ رهيا. پوءِ جڏهن
گووند وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، تڏهن هن چيو: "آءٌ تنهنجا شڪرانا
ٿـو مڃان، سڌارٿ، جو پنهنجا کي ويچار ٻڌايا اٿيئي.
منجهائن ڪي انوکا ويچار آهن. آءٌ اهي هڪدم گرهڻ نٿو
ڪري سگهان. انهيءَ هوندي به آءٌ توکي ڌنيواد ٿو ڏيان
۽ آشا اٿم ته شل جهجها ڏينهن شانتيءَ ۾ گذارين."

پر اندر منجهه هن سوچيو: "سڌارٿ آهي عجيب پرش
۽ خيال به ظاهر ڪري ٿو عجيب. هنجا ويچار آهن چريٽي.
سر يشٽ پرش جا سڌانت کهڙا نه نيارا ٿا لڳن! اهي آهن
صاف، ڪليل، سنوان سڌا ۽ سمجهڻ جهڙا؛ منجهس ڪجهه
به عجيب يا بيهودو يا کلڻ هاب ڪونهي. پر سڌارٿ جا هٿ

۽ پير، سندس نيٽر، سندس پيشاني، سندس ساهہ کڻڻ، سندس مشڪ، سندس ڪيڪار، سندس هلڻي، سندس ويچارن کان نرالو اثر پيدا ڪن ٿا. جڏهانڪر اسان جي سريشٽ گوتم نروان پد پاتو آهي تڏهانڪر مونکي سڌارٿ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ منش نہ ڏٺو آهي جنهن لاءِ مون اَنيڪ ڪيو هجي تہ هيءُ آهي ساڌو پرش! سندس ويچار ڪري اَنوکا هجن، سندس وچن موڪتا جائي لڳن، پر سندس نيٽر، سندس هٿ، سندس چمڙي ۽ سندس وار، سيني منجهہ ٻڪنڊڙ آهن پوترتا، شانتي، سمانتا، ڪوملتا ۽ سنتپٽي جا گڻ، جي اسان جي سريشٽ آچاريہ جي ٿاڙي مرتيوءَ کان پوءِ مون ڪنهن بہ منش ۾ نہ ڏٺا آهن.

گووند اهي خيال پچائي رهيو هو ۽ سندس دل اندر ڪشمڪشا جاري هوندي، هن وري بہ سڌارٿ کي پرنام ڪيو، اَني پريم سان. شانت-ميہ وينل منش کي نڙي پرنام ڪيائين.

”سڌارٿ،“ هن چيو، ”اسين هاڻ پيرمرد آهيون. هن جيوت ۾ اسان جو مڪاميلو وري نہ بہ ٿئي. آءٌ ڏسي سگهان ٿو، منهنجا پريہ متر، تہ تو شانتي پراپت ڪئي آهي. آءٌ اَنيڪ ڪريان ٿو تہ مونکي اَجا انجي پراپتي ڪانہ ٿي آهي. ڪو هڪ شبد وڌيڪ ٻڌائيم، منهنجا ماليور متر، اُهو ڪجهہ ٻڌائيمر جو آءٌ ويچار ۾ آڻي سگهان، اُهو ڪجهہ جو آءٌ سمجهي سگهان! اُهو ڪجهہ ڏينمر جو مارڳہ ۾ منهنجو سفر سولو ڪري، سڌارٿ. منهنجو پيچرو اَڪثر ڪنن ۽ اونداهو پئي رهيو آهي.“

سڌارٿ ماٺ ۾ رهيو ۽ پنهنجي شانت-ميہ، ڪشل، مشڪ سان ڏانهنس نهاريائين. گووند ٽڪ ٽڪ سندس منهن ۾ نهاريو، چنتا سان، اُڪير منجهان. پيڙا ۽ لڳاتار تلاش ۽ ساندہ نسڦلتا، سندس چهري ۾ اُڪريل هيون.

سڌارٿ اهو سڀ ڏٺو ۽ مشڪيائين.

”مون ڏانهن پاڻ نهاريءَ!“ هن گووند جي ڪن ۾ پڙڪيو.
”اڄ، اڄا ته ويجهو، بنهه ويجهو، مونکي پيشانيءَ تي چمي، گووند.“

جيتوڻيڪ اڄرج لڳس تڏهين ته آئي پريمءَ پرون پوڻ، ڪيس مجهڻ لاءِ لاچار ڪيو. هو سندس ويجهو نهاريو. سندس نراڙ کي پنهنجن چپن سان چميائين. اِئين ڪندي ساڻس ڪجهه وسمءَ جهڙو ٿي گذريو. جڏهن هو اڄا سدارٿ جي اُديت وچنن تي ويچار ڪري رهيو هو، جڏهن هو ڪال، سمي جي سرت منائڻ جي ۽ نروان ۽ سنسار ٻنهي کي هڪ ڪري سمجهڻ جي وڌرت ڪوشش ڪري رهيو هو، جڏهن خود پنهنجي متر جي وچنن لاءِ ڪنهن لموني جي نفرت سندس لاءِ آتاه پريم ۽ عزت سان ٽڪري رهي هئي، تڏهن هيءَ گهٽنا ساڻس ٿي گذري.

هاڻ هنکي پنهنجي متر سدارٿ جو چهرو اُصل ڏسڻ ۾ نه آيو. انجي بجاءِ هن ٻيا مهانڊا ڏٺا، گهڻا منهن، هڪ لنبي صف، هڪ يڪي شڪلين جي ڌارا — سوين، هزارين، جي سڀ پئي نروار ٿيون ۽ اُلوپ ٿيون ۽ انهيءَ هوندي به سڀ ساڳئي سمي اُتي موجود پئي ڏسڻ ۾ آيون، جي سڀ سانده پئي بدليون ۽ وري پئي نئين سر جاڳيون ۽ سيني ۾ هن سدارٿ پئي ڏٺو. هن ڏٺو روپ هڪ مڇيءَ جو، تلاءَ جي مڇيءَ جو جنهن جو مُک هو کشت ۾ قاتل، هڪ مرڻينگ مڇيءَ جو جنهن جي اکين ۾ هو ڏنڊ. هن منهن ڏٺو هڪ نئين جاول ٻالڪ جو، لعل، گهنجن سان پريل، روئنهارڪو. هن منهن ڏٺو خونيءَ جو، ڪيس ڪنهن منش جي بدن ۾ ڪاتي لنگهائيندو ڏٺائين؛ ساڳيءَ گهڙيءَ هن ڏوهيءَ کي ڏٺو گوڏن ڀر جهڪيل، ٻڌل ۽ سندس سر جلاد جي هٿان ڪٽيل. هن ڏٺا اُگهاڙا سرير پرشن ۽ اِسترين جا، ڪامشي پريم جي ٻدني ڍنگن ۾، موج مستيءَ ۾. هن ڏٺا لاش لنبا ٿيل، سن ٿيي سن، نرجيل ۽ نلها. هن




هتي هتي شڪلين جي ڌارا - سوين ۽ هزارين، جي پٺي نروار ٿيون ۽ اَلوپ ٿيون. [صفحه ١٥١]

ڏنيون سڀيون جانورن جون، سوئرن، واگهن، هاٿين، ٻڪرن، پکين جون. هن ڏٺا ڪرشن ۽ اگني ديوتا. هن ڏٺا سڀ روپ ۽ چتر ڏٺا، هڪ ٻئي سان هزارين نمونن جي لاڳاپن ۽ سنبنڌن ۾ آيل، سڀ هڪ ٻئي کي سهڪار ڏيندڙ، پريم ڪندڙ، نفرت ڪندڙ، ۽ هڪ ٻئي کي ناس ڪندڙ ۽ نون جنم ونندڙ. هر هڪ هو فاني، مرڻ وهيڻو، جيڪي به بي بقا ناپايدار آهي تنهنجو ياري، دکدائڪ درشٽانت. انهيءَ هوندي به ڪو به مڃهاڻن مئو ڪو نه ٿي. اهي رڳو پئي بدليا، وري هميشه پئي جنميا، سداءِ نئون روپ پئي ورتائون. هڪ روپ ۽ ٻئي روپ جي وچ ۾ صرف ڪال ٿي آيو، سمو ٿي آيو. ۽ هي سڀ روپ ۽ چتر نهريا، وهڪري ۾ آيا، وڌيا، ترندا هليا، ۽ هڪ ٻئي ۾ سمائجي ٿي ويا، ۽ انهن سڀني جي چوڌاري سدائين پئي رهيو ڪجهه سوکيم، مايا روپي، اَست ۽ تنهن هوندي به حقيقي ۽ زنده، باريڪ ڪانچ يا برف وانگر، شفاف کَل، کوپي، يا پاڻيءَ جي پرڙدي مثل مٿن پکڙيل— ۽ اهو پرڙدو، اهو نقاب هو سڌارٿ جو مشڪندڙ منهن جنهن کي گووند انهيءَ ويل پنهنجن چپن سان سپرش ڪري رهيو هو. ۽ گووند ڏٺو ته اها نقاب مثل مشڪ، اها چترن جي وهڪري مٿان سمانتا، ايڪتا جي مشڪ، اها هزارن جنمن ۽ موتن مٿان ساڳي سمي جي مشڪ — هيءَ سڌارٿ جي مشڪ — هوبهو ساڳي هئي جهڙي شانت-ميٺ، ڪومل، گنڀير، شايد ٻاجهاري، شايد هاسي ڪندڙ، ٻديمان، هزاروڻي مشڪ گوتم ٻُڌَ جي، جا هن سوين ڀيرا ڏٺي ۽ ڏيا سان ڏٺي هئي. اهڙي ئي نموني ۾، گووند کي سڌ هئي ته هو پريپورڻ پرش مشڪندو هو.

ڪيس سڌ نه رهي ته ڪال، وقت، هستيءَ ۾ هو يا نه، هيءُ پرڪاش هڪ پل هليو يا هڪ سؤ سال، ڪو سڌارٿ هو يا نه، ڪو گوتم هو يا نه، ڪو آتم يا ڪي ٻيا هئا يا نه،

هڪ ايشوري ٻاڻ سان اونهو گهايل جنهن ٻاڻ سان هو آئي آنندت، تمام موهيل ۽ نهال ٿيل، گووند ڪا گهڙي نمڙي بيٺو رهيو سدارت جي شانت-ميه چهري مٿان، جو هن هينئر ڇميو هو، ۽ جو هاڻ ٿي رهيو هو ورتمان ۽ پوشيه روپن جي رنگ پومي. هنجو چهرو هو اڻ بدليل، جڏهين هزارن روپن وارو آئينو مٿاڇري تان اَلوپ ٿي ويو. هوُ شانت-ميه ۽ ڪوملتا سان مشڪڻ لڳو، شايد تمام هاسي ڪندڙ نموني ۾، هوُ بهوُ جئن سريشٽ پرش مشڪندو هو.

گووند نمڙي پرنام ڪيو. اجهل ڳوڙها سندس گهنجيل ڳلن تان ڳڙڻ لڳا. اَتي پريم جو ڀاوُ، اَتي نمرتا ۽ سنمان جو ڀاوُ مٿس زور پڪڙي ويو. هن اُنهيءَ پرش اڳيان ڌنب وت ڪئي جو اُني نسچل وينو هو، جنهن جي مشڪ کيس يادگيري ٿي ڏياري هر ڳالهه جي، جا کيس جيوت ۾ هئي پياري، هر چيز جي، جا سندس جيوت ۾ هئي ملهه واري، جيوت ۾ هئي پوتر.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڻِي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٽُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)